## ڪافي سر بلاولي نمبر 53 ڪلواڙو

### هر مظهر وچ اظهار آيا، خود جانب جلويدار آيا

(1) هر رنگ وچ سر آگاهي هي، يہ بات ڪهڻ ناچاهي هي
خود ڏيندا آپ گواهي هي، ڦر سولي اتي هسوار آيا
(2) ڪڏان آدم آپ سمايا هي، ڪڏان شيث نبي بن آيا هي
ڪڏان ڪشتي بان سڏايا هي، ڪڏان طوفان گرد گبار آيا
(3) ڪڏان ابراهيم خلي الله، ڪڏان اسماعيل ذبيح الله
ڪڏان موسيٰ آپ ڪليم الله، ڪڏان عيسيٰ بن ڪلتار آيا
(4)ڪڏان احمد آپ رسول نبي، ڪڏان شان شهادت آل صبي
ڪڏان ڪربلدي وچ راز ربي، ڪڏان بر بحر بازار آيا
(5) ڪڏان ترڪ بهادر رومي هي، ڪڏان روس فرانس هجومي هي
ڪڏان ابجد علم نجومي هي، ڪڏان فتحپور وچ يار آيا
ڪڏان پير يمغان خود هادي هي، ڪڏان فيضل دل آبادي هي
ڪڏان ماتم تي ڪڏان شادي هي، بن سارا سراسرار آيا

## ڪافي سر بلاولي نمبر 54 ڪلواڙو

### خود هادي محض مقدس هي، هر طرحين حرف هڪو بس هي

( 1) ڪيا بات ڪهون اي گهات سنو يہ وعظ سچي دل ساتهہ سنو
وہ عشق دي خوش ڪلمات سنو وچ وحدت ويکهو ڪيا چس هي
( 2) جس پاڪ مصفا جام پيا، بهن بهول دوئي ڪا دور ڪيا
وہ محب وچ منظور هيا، حق بي ڪس نا ڪس دا ڪس هي
( 3) دل ڏيان رکو ڪيا بلواهي، سڀ جُزي ڪل دا جلوا هي
اتهہ کهانا زهر نہ حلواهي، مرجانا جيتئي جس هي
( 4) هر مظهر وچ هڪ نام ڪهون، ڪب دين ڪفر اسلام ڪهون
ڪب رهبان لڇمن رام ڪهون، ڪب درد فراق تي سوز ڪهون
( 5) ڪب شوق صنم شبروز ڪهون، ڪب درد فرق تي سوز ڪهون
ڪب قرب وصل مغمور ڪهون، ڪب گل ڪب خار تي ڪپ خس هي
( 6) فيضل راز رموز سيوئي، ذات وچون گم هو يا جوئي
اس بن اور نہ جاني ڪوئي، وس هوش حواس اٿ بيوس هي

## ڪافي سر بلاولي نمبر 55 ڪلواڙو

سر سمجھ حقيقي حال وچون، ھي صاف صنم سڀ چال وچون
(1) ڪڏان رومي ھي ڪڏان زندگي ھي، ڪڏان ھر ونگ ۾ رنگ ھي
ڪڏان صلح بني ڪڏان جنگي ھي، ڪڏان خلص يگاني خيال وچون
(2) ڪڏان عابد زاھد زھد ڪھون، ڪڏان رند قلندر جھد ڪھون
ڪڏان بانگ الستي عھد ڪھون، ڪڏان غوث قطب ابدا وچون
(3) ڪڏان مير امير وزير ڪھون، ڪڏان شاھ گدا فقير ڪھون
ڪڏان بيد برھمڻ پير ڪھون، ڪڏان پياسي ڪيف ڪلال وچون
(4) ڪڏان نبوي صحف رسول ڪھون، ڪڏان مرسل سر مقبول ڪھون
ڪڏان مشرڪ تي مجھول ڪھون، ڪڏان عالم قيل معال وچون
(5) ڪڏان دين ڪفر زنار ڪھون، ڪڏان نار جنان اظھار ڪھون
ڪڏان حور پري سينگار ڪھون، ڪڏان زشت نڪو افعال وچون
(6) ڪڏان عشوري غمزي ناز ڪھون، ڪڏان گيسو زلف دراز ڪھون
ڪڏان شائق سوزگراز ڪھون، ڪڏان جلويدار جمال وچون
(7) ڪڏان بلبل زار نزار ڪھون، ڪڏان گل قل باغ بھار ڪھون
ڪڏان بن بھر بازار ڪھون، ڪڏان رڻ پٽ روه جبال وچون
(8) ڪڏان جمد نبت سئنيسار ڪھون، ڪڏان جن بشر جاندار ڪھون
ڪڏان ملڪ فلڪ سئيار ڪھون، ڪڏان شمس قمر ماه سال وچون
(9) ڪڏان عنصر حس جھات ڪھون، ڪڏان روح روان ڏينھن رات ڪھون
ڪڏان ڪثرت وچ ظلمات ڪھون، ڪڏان روح روان ڏينھن رات ڪھون
(10) ڪڏان علوي تي عليين ڪھون، ڪڏان سفلي تي سجين ڪھون
ڪڏان ڪڏان مقيد ڪونہ مڪين ڪھون، ڪڏان مطلق جاه جلال وچون
(11) سڀ حيرت دي ڪلمات ڪھون، لڪ بات وچون ھڪ بات ڪھون
پن پول صفا تي ذات ڪھون، ايھو نسخا مجرب فال وچون
(12) ڪيا بحر محيط بيان ڪھون، ڪر خطري وھم زبان ڪھون
حق پاڪ صمد سبحان ڪھون، نھين فرق فيضل ھڪ وال وچون

## کافي سر بلاولي نمبر 56 کلواڙو

اج عاشق عين سمونداهي، خود سوئي سربن اونداهي
(1) ٻن کريولا غير خودي دا، عبد وچون معبو ساميا
چوکنډ ذات ظهور الايا، چولي انگ نہ مونداهي
(2) هر گهر دي وچ رانجهن وسدا، کنهن کون اپنا ڀيت نہ ڏسدا
لک ڇپ کر وچ پردي هسدا، روحي راز ڇپونداهي
(3) عشق عجب اسرار وکيندا، هستي هو وڃ گم کر ڏيندا
سر سولي تي پکڙ چڙهيندا، ڳيت اناالحق ڳونداهي
(4) جوئي جٽيا عشق واپاري، مرڻ کنون اڳ مرول جاوي
سوئي پڙ ميدان ملهاوي، قول ايهو من يونداهي
(5) محنت ٻاجهون ٻاجهہ کتاهين، عسر يُسرا سمجهہ اتاهين
فيضل عشق ٻليندا باهين، خون جگر نت کونداهي

## کافي روپ بلاولي نمبر 57 ڏاڏرو

سٿهل سي سي کر سينگار، کيتس جلوا فيض فضلدا
(1) آپي احمد بن کر آيا، برقا بشري ڳل وچ پايا، هر مظهر وچ
پول پلايا، بن کر گوناگون هزار، لک ڇپ چالي بردي چلدا
(2) کڏان تہ صوم صلات اذاني، کڏان تہ حج زکات بياني
کڏان تہ محبت وچ ميخاني کڏان تہ دست تکي تلوار، کردا آپي کم قتلدا
(3) کڏان تہ مسجد مصلا منبر کڏان تہ دير دوارا مندر کڏان تہ مستومست قلندر
کڏان تہ بيخودي بي اختيار، ڏسدا سر اسرار ازلدا
(4) کڏان تہ رخ روشن مهتابي، کڏان تہ ناز تراز نقابي
کڏان تہ دل مجروح تبابي کڏان تہ گل قل گل رخسار کڏان تہ بلبل علشق گل دا
(5) اي دل ٻات برهہ دي سڙ تون رنلي منهب چالي چڙ تون ٻن کردام
دوئي داهڻ تون، سَنرُهم آيت اظهار جت کت جلوا صاف ڦُنهلدا
(6) فيضل آپ الينڊا اولي لک ڇپ کر وچ بشري چولي سمجهہ صحي کر اکيلن کولي
سر سولي تي تي هسوار کهہ کر نعرا عئن اناالدا

## ڪافي روپ بلاولي نمبر 58 ڪلواڙو

دلڙي درد ڪيم، بيدان وهه وا عشق سندو اسرار

(1) آدم بهشتون پاڻ ڪيائي، منهن داڻي جو ڪيڙئي ٿاهي
بيخ برهه جو تخم چٽائي، نالو نينهن ڪيئي نروار

(2) خاص خليل اڙاهه اڙائيئه، موسيٰ سان فرعون لڙايئه
سر قربان ذبيح ڪرايئه، ڪشتي نوح ترائين تار

(3) سر ذڪريا جي ڪرت وهايئه، يحيٰ ڪوٺي قتل ڪرايئه
يوسف ملهه خريد چڪايئه، سرجيس ڏنئه سو بار

(4) سي سي سختيون سر سرور جي، جن ملڪ جنهن خادم ورتي
خلق سيا تنهن گهوري گهر جي، جو خود سوئي سر اسرار

(5) شور شهانا زور مچائي، حسن ع حسين ع شهيد ڪرائي
تورو محض لڪن جو لائي، پنهنجو عشق ڪئه اظهار

(6) سوري سر منصور سُلايئي، شوقون ڪلڙي شمس ڪلايئه
سرمد جو خود ڪنڌ ڪپايئه، سر صوفي ڪئيه نيزي سوار

(7) اصلون آهي عشق ايهوئي، سالڪ سمجهه صحي ڪر سوئي
پڙ ۾ پير لنگهائي جوئي، سالڪ سمجهه صحيح ڪر سوئي

(8) اندر جڳمڳ جهيڙا لائي، غلبو ڪيڙئي پاڻ سمائي
فيضل گهور حسن سان گهائي، هستي هوش گوايئه يار

(نوٽ: 59 نمبر واري ڪافي ڪمپوز ڪيو صفحو 40)

## ڪافي روپ بلاولي نمبر 60 ڪلواڙو

سپ چالي آپ چليندي هون، ڦر ڪنهن ڪون پيت نہ ڏيندي هون
(1) ڪڏان اعليٰ سر انسان ڪهون، ڪڏان ديو پري بن جان ڪهون
ڪڏان طير وحش حيوان ڪهون، هر رنگ وچ رمز رليندي هون
(2) ڪڏان جلوي ناز جمال ڪهون، ڪڏان غمزي راز جلال ڪهون
ڪڏان سوز گدازدي حال ڪهون، ڪڏان دين ڪفر وچ اوندي هون
(3) ڪڏان مرسل صحت نبي ڪهون، ڪڏان بيد ڪتلب ولي ڪهون
ڪڏان مسجد بيت ربي ڪهون، ڪڏان مندر ماگ بتيندي هون
(4) ڪڏان ملڪ فلڪ ميدان ڪهون، ڪڏان عرش فرض ايوان ڪهون
ڪڏان لوح قلم امڪان ڪهون، ڪڏان ڪرسي آپ سڏيندي هون
(5) ڪڏان بربحر بوستان ڪهون، ڪڏان ملڪ شهر مرجان ڪهون
ڪڏان جهنگ جبل ويران ڪهون، ڪڏان هر دو جهان هليندي هون
(6) ڪڏان علوي عالم نور ڪهون، ڪڏان سفلي سرمستور ڪهون
ڪڏان حاضر آپ حضور ڪهون، ڪڏان غائب پول پليندي هون
(7) ڪيا صورت سپ جنسار ڪهون، هر مظهر وچ اظهار ڪهون
خود سار اسرا سرار ڪهون، ڪڏان فيضل نام ڏريندي هون

## ڪافي سر بلاولي نمبر 61 ڪلواڙو

جانب پنهنجي جيءَ اندر ۾ لوچي لوچي لڌڙمَ يار
(1) اندر ڪعبو قبلو سارو بيت ربي دل سَندڙُمَ يار
(2) خواب خوشيون سپ وهم وڃائي، سبق سورن جو وڌڙم يار
(3) عشق اندر ۾ آڙهه ٻاري، زيل ڏکن ۾ ددڙم يار
(4) کين ڪٽا هن جند ۾ ٻوڙي، جان جسم سپ رڌڙم يار
(5) فيضل اصلون روز ازل ڪون، ٻول پرئين سان ٻڌڙم يار

## ڪافي سر بلاولي نمبر 62 ڏاڏرو

اونهون بحر عميق الاهي، ڪنڌي اور نہ پار يار
(1) بي سر بيرنگ بحر حقيقي، رنگ نہ ڪو جنسار يار
(2) جٽ ڪٽ جلوو راز ربوبي، گوناگون هزار يار
(3) تجلو تاب ظهور و ذاتي، چوطرفين چوڌار يار
(4) ڪشف ڪرامت قدرت ڪاني، عشق بنا سڀ عار يار
(5) فيضل فڪر فنا ۾ فاني، باقي اسر اسرار يار

## ڪافي سر بلاولي 63 ڪلواڙو

ڀن ڀولا نفس ڪميني دا، ڪر سمجھ صحي سر سيني دا
(1) عاشق اولا ڀن ڪر ڀولا، وهم دوئي دا پٽ سٽ چولا
هر رنگ دي وچ سو هڪ مولي، سڄ هوڪا حق بينين دا
(2) هر مظهر وچ سوئي هڪ هي، تلدا فرق نہ ڪوئي لڪ هي
قول اهين وچ شُبهہ نہ شڪ هي، سٽ جهگڙا سڀ دينيدا
(3) بي چوني وچ چون بن آيا، احمد اپنا نام ڌر آيا
عالم سارا آپ سمايا، مالڪ ملڪ مديني دا
(4) جلوا عين جمال مفاخر، ظاهر باطن اقوال آخر
هر جاتي خود حاضر ناضر، رخ مهتاب رنگيني دا
(5) فيضل فهم فنا وچ فاني، باقي بالله سر سبحاني
آپ عيان ڪريندا جاني، ايهو حال حزيني دا

## ڪافي سر بلاولي نمبر 64 ڪلواڙو

سٽ غير گمان غرو ريدا, ڪهه قول سچا منصوريدا
(1) ڪون سميع بصير هي تيڏا, ڪون ڪليم خبير هي تيڏا
ڪوڻ عليم نصير هي تيڏا, سمجهه سخن من نوريدا
(2) نا ڪوئي ملڪ مڪان هي تيڏا, نا ڪوئي نام نشان هي تيڏا
نا ڪوئي قول بيان هي تيڏا, پي ڪر جام ظهوريدا
(3) نا ڪوئي غير گدائي تيڪون, نا ڪوئي فرق جدائي تيڪون
سارا سر خدائي تيڪون, پا ڪر حال حضوريدا
(4) اصلون هاوين مرغ هوائي, علوي عالم سير سدائي
پنجري وچ ڪيون قاٿئيين جائي, ين سٽ قيد ڪلوريدا
(5) فيضل تلدا فرق نه جاڻي, آپيءِ اپنا آپ سڃاڻي
هر دم حال حلا جي ماڻي, محبت وچ منظوريدا

## ڪافي سر بلاولي نمبر 65

آهين ڪير گهرين ٿو ڪنهن کي، ويهي من ۾ ڪر ويچار
(1) جنهن لئه نيرو ويس وڌين ٿو روهه جبل ۾ پير ڦٽين ٿو
سو خود آهن تون تڪرار
(2) پاڻ ڇڏي ڏس يار پڌر ۾، سير سڄو ٿي صاف صدر ۾
ڳول نه پاڻوهي ڪنهن يار
(3) موڳا ڇو ٿو مان وڃائين، شاهن شاهي شان لڄائين
ننگو نڪري ٿيءُ نروار
(4) قول ڪرمنا ٻڌءِ ڀوڙا، ونحن اقرب واعظ وڪوڙا
وانا سره گل گفتار
(5) حال حقيقي سمجهه هويدا، پردو ڦاڙي ٿي خود پيدا
تون آن سارو سراسرار
(6) فيضل پنهنجو پاڻ ڇوي ٿو راز ربوبي لات لنوي ٿو
عشق عقل جو نيو اختيار

## ڪافي سر بلاولي نمبر 66

نام ايھو تي ننگ نسورو، نانگا ڇڏ تون ھي ننگ نام

(1) شيخ مشائخ پير سڏائڻ، قدرت ڪاني لوڪ منائڻ
ريب ريا سڀ محض حرام

(2) عاصو ڪوزو تسبيح طاعت، ورد وظائف زھد عبادت
بره بنا سڀ خواھش خام

(3) جي تون چاھين حال ھدايت، راز رباني وصل ولايت
طلب تڙي سڀ تيءِ قتلام

(4) عشق اصل ھيو ڪو نہ مجي تو ماسوا الله سڀ ڀول ڀجي تو
عاشق کي ڏيئي تاب تمام

(5) عوشاقن جو سر سدائي، سوريءَ تي ھسوار فدائي
محو محبت ۾ رھن مدام

(6) فيضل صوفي فھم فنائي، ظاھر باطن صاف صفائي
باقي بالله يار دوام

## ڪافي سر بلاولي نمبر 67 ڪلواڙو

اسرار صنم اظھار ٿيا، ھر مظھر باغ بھار ٿيا

(1) ڪڏان ملڪ فلڪ حيوان ڪھون ڪڏان بحر جبل بيبان ڪھون
ڪڏان اعليٰ سر انسان ڪھون، خود جانب سڀ جنسار ٿيا

(2) ڪڏان طالب تي مطلوب ڪھون ڪڏان غالب تي مغلوب ڪھون
ڪڏان راغب تي مرغوب ڪھون، ڪڏان گل گلشن گلزار ٿيا

(3) ڪڏان ملڪ حسن دي مير ڪھون ڪڏان پيچ زلف زنجير ڪھون
ڪڏان مفتون تيرا سير ڪھون، ڪڏان خوش خوگل گفتار ٿيا

(4) ڪڏان چاھہ زنخ زندان ڪمان ڪڏان ابر وسيف ڪمان ڪھون
ڪڏان مشرگان تير سنان ڪھون، ڪڏان عاشق دل افگار ٿيا

(5) ڪڏان فتح پور وچ پير ڪھون، ڪڏان فيض پير فقير ڪھون
ڪڏان خاص خليل خبير ڪھون، ڪڏان عام عجب سنسار ٿيا

(6) ڪڏان فيضل فرض فنا وچ ھون، ڪڏان باقي بحر بقا وچ ھون
ڪڏان عارف عين لقا وچ ھون، سچ ھادي صاف ستار ٿيا

## ڪافي سر بلاولي نمبر 68 ڪلواڙو

خود ڪنڌ خفي سي آئي هون، ناباب نہ مادر جائي هون
(1) انا ڪجھ ڪوئي ملڪ مڪان اسيڏا، نا ڪجھ ڪوئي نام نشانا سيڏا
نا ڪجھ ڪوئي باب بيان اسيڏا، وھ عاليءِ عشق اتائي هون
(2) جڏان تخت هزارا ڇوڙيو سي، روپوش رنگينا جوڙيو سي
ڦر اس وچ خيمان ڪوڙيو سي، بن چاڪر چاڪ سڏائي هون
(3) سڀ ماڻهو آدم جايا هي، ڪھ آدم ڪيڏون آيا هي
رنگ راز من الرّوحي لايا هي، خود بُرقا بشري پائي هون
(4) ڪڏان هستي پول پلاوندي هون ڪڏان مستي دي وچ آوندي هون
ڪڏان خاص خودي ڪن ڪاوندي هون، هر رنگ وچ راز ڇپائي هون
(5) ڪڏان پوش فقيري پاوندي هون ڪڏان شاهي شور مچاوندي هون
ڪڏان فيضل صاف سڏاوندي هون، سڀ صورت آپ سمائي هون

## ڪافي سر بلاولي نمبر 69

ميڏا دلبر تي دلدار بہ تون، ميڏا ساقي سر اسرار بہ تون
(1) ميڏا سرور سرو روان بہ تون، ميڏا روح جسم دل جان بہ تون
ميڏا دين ڌرم ايمان بہ تون، ميڏا گل ڦل باغ بهار بہ تون
(2) ميڏا سونھ سميع بصير بہ تون، ميڏا عالم عليم نصير بہ تون
ميڏا خاص خليل خيبر بہ تون، ميڏا نور نظر سينسار بہ تون
(3) ميڏا قرب ڪمال خيال بہ تون، ميڏا بعد فراق وصال بہ تون
ميڏا شُوق شهودي حال بہ تون، ميڏا هادي حسن بزار بہ تون
(4) ميڏا جوهر عرض جهان بہ تون، ميڏا مظهر ڪون مڪان بہ تون
ميڏا درد ململ درمان بہ تون، ميڏا واهب يار رستار بہ تون
(5) ميڏا فيضل نام نظام بہ تون، ميڏا قائل قول ڪلام بہ تون
ميڏا ذڪر فڪر الهام بہ تون، ميڏا مخزن راز خمار بہ تون

## ڪافي سر بلاولي نمبر 70

تيڪون جان صنم جانان ڪهون، هر مظهر عين عيان ڪهون
(1) ڪڏان ساجد تي مسجود ڪهون، ڪڏان ماجد تي موجود ڪهون
ڪڏان عابد تي معبود ڪهون، ڪڏان عرش فرش ايوان ڪون
(2) ڪڏان خالق تي مخلوق ڪهون، ڪڏان رازق تي مرزوق ڪهون
ڪڏان عاشق تي معشوق ڪهون، ڪڏان ملڪ فلڪ ميزان ڪهون
(3) ڪڏان صابر تي مصبور ڪهون، ڪڏان شاڪر تي مشڪور ڪهون
ڪڏان ناظر تي منظهور ڪهون، ڪڏان تن من روح روان ڪهون
(4) ڪڏان جوڙو جماد نبات ڪهون، ڪڏان آدم حيوانات ڪهون
ڪڏان ظاهر ذات صفات ڪهون، ڪڏان صاف صمد سبحان ڪهون
(5) ڪڏان روشن رُخ مهتاب ڪهون، ڪڏان رونق ناز نقاب ڪهون
ڪڏان محزون قلب ڪباب ڪهون، ڪڏان فيضل من مستان ڪهون

## ڪافي سر بلاولي نمبر 71

هلچل گرم حسن بازار، سر ڍلي سر جو وٽ واپار
(1) جن کي حب حقيقي مستي، سو دو سي ڪن دست بدستي
سڏڙيا ويهي وسڪن ڏار
(2) عشق اصل ڪان سر جي بازي، مر جان ڪيڏن ڳيرو غازي
جن جو سر نيزي هسوار
(3) محب مدامي سورهه ڳولي، سر جي وائي سَرَ ۾ ٻولي
ٻي ڪا شئي ڪانهي درڪار
(4) دم دم ساهه صنم تان گهوري، مرد ڏين ٿا سر پي توري
شوقون ٻي خود ٻي اختيار
(5) فوج حسن جي زابر زنگي، چوگند جلوا جوڙي جنگي
تڪي تير هٽن تقرار
(6) فيضل ڪين ڪٺا هو پاري، تچڪن عاشق روز ويچاري
صدقو ساهه ڪري سو بار

## ڪافي سر بلاولي نمبر 72

جت ڪٿ جلوو سر سبحان، ظاهر باطن عين عيان
(1) ڪاهي صحف نبي سر مُرسل، ڪاهي بيد برهمن ٻي ڪل
ڪاهي دين ڪفر ايمان
(2) ڪاهي مسجد مُصلو مِنبر، ڪاهي دَير دُوارو مندر
ڪاهي پير ولي رهبان
(3) ڪاهي زهد عبادت عامل، ڪاهي محو محبت ڪامل
ڪاهي غفلت ۾ غلطان
(4) ڪاهي مير وزير اڪابر، ڪاهي شاهه سپاهه گداگر
ڪاهي مفتون سر گردان
(5) ڪاهي گل ڦل باغ بهاري، ڪاهي باد خزان قهاري
ڪاهي بلبل من مستان
(6) ڪاهي علوي ملڪ ملائڪ. ڪاهي سفلي خلق خلائق
ڪاهي نور ڪهي نيران
(7) فيضل صاف صفا حق سارو هر مظهر ۾ نيه نظارو
ڪانهي ٻي ڪا بات بيان

## ڪافي سر پيروي نمبر 73 ڏيڍي

سڪ من ڪٺي سور سمر. جيئڙي ٿي مر. آهي ايهو رستو ريت رندن جو
(1) اج ڪٺي پئو اج ۾، اج منهجون اٿي اوجر. پسڻ دلبر
(2) رات ڏيهان ره رج ۾، حيرت ۾ پئو هيڪر ڪول نغر
(3) ڪات ڪلالن هٿ ۾ مُڙنا، مهٺو ٿي مشر سهجون ڏي سر
(4) فرق نه فيضل تر جو پاڻ پرين پيغمبر. قسم پرور

### ڪافي سر پيروي نمبر 73 ڏيڍي

سور سيئي سهنديس، ڪين چونديس

ڳجهون ڳالهيون پنهنجي پرين جون

(1) سک صبر ناهي ڪا گهڙي، هڪدم هتي نا رهنديس

لوچي لهنديس، ڳجهون ڳالهيون

(2) مچ ٻري تو من ۾، جوش اندر ۾ جهلنديس

سور نہ سلنديس

(3) رت روئڻ مون پيش پيو آب اکين مون وسنديس

وجي پسنديس

(4) فيضل سڪ مون سوجهرو پرين پارس سان گسنديس

ملي هسنديس

### ڪافي روپ پيروي نمبر 74 ڏادرو

پوندم شل ٻاجھ ٻروچ کي، هوت اچي ڏيندم هٿ ميان

(1) رهنديس ڪين پنهور ۾، محب ڏيئي ويڙم مت ميان

(2) جالينديس تہ جبل ۾، رندن تي روئي رت ميان

(3) ڏونگر جي تہ ڏجهن ۾، پاڻ رهائيندم پت ميان

(4) رات ڏيهان ٿم روح ۾، محبت سندي مت ميان

(5) فيضل هوت حبيب سان، حُجَ نہ ڪائي حاجت ميان

### ڪافي روپ پيروي نمبر 75 ڪلواڙو

دل وچ گهت ڳيا دام، تهري قيد زلف دي، ظلمي پيچ زلف دي

(1) جا جاڪون جيسان گولي ٿيان، وڻ وڻ دي مين پيرين پئو سان

او رو رو ڏيسان سلام، تهري قيد زلف دي

(2) نازڪ نوڪان ڏيون چوڪان، دلڙي تتي نون ڪر ڳيان روڪان

او ڪس ڳيا آرام، تهري قيد زلف دي

(3) در دلبر دي پاٽي پرسان، هر هڪ نون مين آزادي ڪرسان

او مان ملي پيغام، تهري قيد زلف دي

(4) فيضل آزيان آهون ڪريسان، پير يمغان نوان سجدا اڏيسان

او عشق ڏتم الهام، ظلمي پيچ زلف دي

## كافي سر پيروي نمبر 76 كلواڙو

عشق اصل بدنام، ستيندا وچ كفر دي
(1) قيام قبر دي خبر نہ كائي، دم دم دي وچ مرگ سدائي
او خوشيان عيش حرام، ستيندا وچ كفر دي
(2) سر عوشاقان سخت ملامت، رحمت لعنت هك حكايت
او مشكل سمجهڻ مام، ستيندا وچ كفر دي
(3) عشق جتّان آڙاهہ پليندا، شرم ستر سپ تر زت ڙيندا
او هوندا آپ امام، ستيندا وچ كفر دي
(4) راهہ وچون گمراهہ كريندا، دم انالحق زور مريندا
او مستي وچ مدام، ستيندا وچ كفر دي
(5) نيضل جنهن كون جيءَ وچ جهيڙا، سر تهنيدي عشق اويڙا
او كيا بي عام، ستيندا وچ كفر دي

## كافي سر پيروي 77 كلواڙو

عشق اصل پيش امام، راهہ خفي دا هي خود رهبر
(1) كُن كنون اگ لڏڻ لاوان، برهہ بنا كوئي اور نہ پاوان
آدم كنهن دانام، بيبي حوا كجهہ كنهندي دُختر
(2) وهہ واسر اسرار عجائب، رمز ربوبي ظاهر غائب،
سارا ملك مقام، هر رنگ وچ هك نور مُنور
(3) برقا بشري پا كر آيا، احدون آپي عبد سڏايا
عالم عام تمام، مستغرق وچ ميم سراسر
(4) حال پراوڻ سور وهاوڻ، محب دا سر مينهن وسارڻ
او پير مغان ڏم ڏام، آپ پليندا پيالي پر پر
(5) مشكل معنيٰ سخت سڃاپڻ، جلوه نما وچ هر شئي وڻ ٽڻ
او نيضل كون غلام، آپ اليندا هي سر اكبر

## كافي سرپيروي نمبر 76 كلواڑو

عشق اصل بدنام، ستيندا وچ كفر دي
(1) قيام قبر دي خبر نہ كائي، دم دم دي وچ مرگ سدائي
او خوشيان عيش حرام، ستيندا وچ كفر دي
(2) سر عوشاقان سخت ملامت، رحمت لعنت هك حكايت
او مشكل سمجھڻ مام، ستيندا وچ كفر دي
(3) عشق جتان آڙاھہ ٻليندا، شرم ستر سڀ تر زت ڙيندا
او هوندا آپ امام، ستيندا وچ كفر دي
(4) راھہ وچون گمراھہ كريندا، دم انالحق زور مريندا
او مستي وچ مدام، ستيندا وچ كفر دي
(5) فيضل جنهن كون جيءُ وچ جهيڙا، سر تهنيدي عشق اويڙا
او كيا ٻي عام، ستيندا وچ كفر دي

## كافي سرپيروي 77 كلواڑو

عشق اصل پيش امام، راھہ خفي دا هي خود رهبر
(1) كُن ڳنون اڳ لڏڙم لاوان، برهہ بنا كوئي اور نہ پاوان
آدم كنهن دانام، بيبي حوا كجهہ ڳنهندي دُختر
(2) وهہ واسر اسرار عجائب، رمز ربوبي ظاهر غائب،
سارا ملك مقام، هر رنگ وچ هك نور مُنور
(3) برقا بشري پا كر آيا، احدون آپي عبد سڏايا
عالم عام تمام، مستغرق وچ ميم سراسر
(4) حال پراوڻ سور وهاوڻ، محب دا سر مينهن وساڻ
او پير مغان ڏم ڏام، آپ پليندا پيالي پر پر
(5) مشكل معنيٰ سخت سڃاڻ، جلوه نما وچ هر شئي وڻ ترڻ
او فيضل كون غلام، آپ اليندا هي سر اكبر

## ڪافي روپ پيروي نمبر 78 ڪلواڙو

گهير گهتيان سڀ عشق گهمايم، چو طرفين چوڌار

(1) ناز غمازين سخت ستايم، جوش خروشين جيءُ جلايم
سر تي حول حشر دا آيم، وسرڳيم ڪم ڪار

(2) ڪوجهي ڪملي باندي بردي، جيهي تيهي تيڏي در دي
اولي گهولي ڪيچ شهر دي، او برهه ڪيتم بيدار

(3) ڪون ٻانيڻ مين ڪون ٻاروچل، قصد قلم دي پيڙم ناڪل
رمز حقيقي ڪيتم رلمل، آپي پرم پُڪار

(4) دم دم ووڙيم هر هر سائت، عرب عبجم سڀ ملڪ ولايت
عرش فرش وچ هڪ حڪايت، جانب جلويدار

(5) فيضل ڪون ربوبي رايا، چم اکين سر عاشق چايا
آپ انا الحق عشق الايا، وحدت وچ اظهار

## ڪافي پيروي نمبر 79 ڏيڍي

دلڙي پير مفان ڏنهه جاتي هي، جتان جاءِ نه سمجهه صفاتي هي

(1) دلدا ميلا روز ازل سي، اول هويا نا اڄ ڪلهه سي
ڳن فَيَڪونا يا راول سي، اس آپيئي اي لون لاتي هي

(2) نينهه مريندا زوري نعرا، بحر برهه وچ ترڻ اوپارا
عشق دکايا اي سر سارا، هڻ هر شب رات براتي هي

(3) عشق وهاوڻ ڏکڙي پاوڻ، بار بره دا سر تي چاوڻ
ڳيت انا الحق دم دم ڳاوڻ، وه جهاتي دي وچ جهاتي هي

(4) عشق جتاني لعل لکايا، هوش عقل اٿ سڀ هٿ چايا
وچ وجود شهود سمايا، خود نور تجلا ذاتي هي

(5) جس وحدت دا پيالا پيتا، مرڻ ڪنون اڳ مرول جيتا
فيضل ذات ظهورا ڪيتا، وچ هر دوجهان حياتي هي

## ڪافي روپ پيروي نمبر 78 ڪلواڙو

هير ٿي آ دلگير رانجهن، روئيندي ڪي ڳل لاءِ
روئينديءَ ڪي ڳل لاءِ، او نيڻ ڪيون واجهاءِ
(1) هيءَ ويچاري دردن ماري، سور وچايم ساءِ
محب ملڻ جي اڱڻ تلڻ جي، ٻاجهه اچي ڪر ڪاءِ
(2) اندر ٻر ٻر آتش ٻرسر، ڏي ڪا درد دواءِ
ناهه دوائي توري جائي، لعلڻ ليڙو پاءِ
(3) سمهڻ گهمڻ ڪين سٻائي، ڏپ ڏيئي ويم ڏاءِ
چٽڳ چواتي لعلڻ لاتي، پيڙم ڪونه سماءِ
(4) فيضل چاڪن ڦٽ فراقن، ڪيس ڪيو ويلاءِ
سيني اندر سيف صنوبر، گهوٽ هٽي ويم گهاءِ

## ڪافي روپ پيروي نمبر 81 ڏاڏرو ڏوڙو

مرشد مير سنلم پير نسنگ نيهه نظارو نسنگ نيهه نظارو تہ پرين پاڻ پسارو
(1) فتحپور منجهون سور وتم، وڃج واڏارو ٻاري ٻاهه منجهون ساهه ڪيم عشق اتارو
(2) عشق اُڪير ڪئي وير هير نيهه تغارو اٿ ئي ٻهر منجهون بحر ترڻ تار اوپارو
(3) سمجهه سوير ڪر نا ويرا ٿي وقت موچارو ڌم ڌم جاڻ پنهنجو پلڻ سالڪ سمجهه اشارو
(4) نلهي ڦير ٻولي شير، فيضل ڪير ويچارو ٻيجي ٻول اکيون ڪول انا الحق هڻ نعرو

## ڪافي روپ پيروي نمبر 82 (تن تار جهمٽ)

مون ڪي ماروئڙن جا، ساڙو سور وڃن ٿا، سرتيون ساهه اندر ۾، ڀڪيم ڪين لڪا
(1) ايئن آنہ هُيم، قسمت قيد ڪيم، سرتوين سانگن ڪان تم، روزئون روز ٻُڪا
(2) ڪلجا هُيس ڪٽي، قسمت آنلم هٽي، هي هي هن هجرجي، پيڙم سڌ نہ ڪا
(3) ڪنڍون عمر ڪاٽا، ڏورن مٽ نہ جاٽا، ٻايا مڪڙ ماڪي، پيڪن پار پڪا
(4) تنهنجا هنڌ پلنگ، عمر ياناٺيان ڏنگ، لوبون مارن مون ڏي فيضل داج مڪاءِ

## ڪافي روپ پيروي نمبر 83 لواڙوءَ (تن تار نا ڏيگهينا)

ڪنديس روڄ راڙو ماتم مچائي، ورن مان مٺيءَ ڏي واڳان ورائي
(1) سُتيس سنجهيئي ننڊ نا اکوڙي، اڄ سڌا پوڳي ڏنهه ڏاڙ گهوڙي
ڪٽي ڏير مُئي جا ور ويا وڪوڙي، هٽي رات هاجو پنهل ويا پنبائي
(2) اٿي جان اسر ڪي سهجون سنياريم، هنڌڙا پنهل جا هيجون نهاريم
پسي سيج خالي اُپي اُساريم، ويتر وڌم جي ڏکن ڏکائي
(3) ڪيچ وڃڻ جي جڏهن ٿي تياري، واري وسائي نه ڪيم آهه زاري
تڏهين پيش پيڙم مونجهه منجهاري، انهي سور ساڙيم تن من تپائي
(4) ڏيان ڏوهه کهڙو پنهنجي ڏيرن کي، ڪيم ڪيس قسمت اصلون ايرادي
ويهي سور ڳرهيان ڪنهن سان انلر جي، روئي رت رنلن تي ڪيان هاءِ هائي
(5) ڏينديس تيڙتر ڪي فيضل دوباري، لڙنديس لکن سان ساجهر سُواري
ڪندم ور وراکو پاڻو پڪاري، لانگها سيئي نيندم لنگهائي

## ڪافي روپ پيروي نمبر 84 (تن تار)

محبت مُئي کي ڏيئي ڏيڪاري، زلف چوڙيندو ويو
دل ڦسائي ڪنهن فڪل سان، جيءَ وڪوڙيندو ويو
(1) تاب مٺي کي ڏئي تمامي، صيدا برن جي ڪيو
بر چڏي بيوس نماڻي، پاڻ ڊوڙيندو ويو
(2) تير نوڪن جو چتائي، جيءَ جگر ۾ جن هيو
هاءِ هاٺي ڪيئن ڪيان، مون سونهوڙيندو ويو
(3) جبل جالڻ رڻ رلڻ، ڪوه ڪاف مُئي جي پيش پيو
لج شرم ننگ نام سڀ سڀ ٽول ٽوڙيندو ويو
(4) وهم فيضل سڀ وڃايم، عشق اظهاري ٿيو
ناز دلبر راز قلبي، سر اکوڙيندو ويو

### ڪافي پيروي نمبر 85 ڏاڏرو

چو ٿا سور ساڙيو مُنيءَ کي اجاڙيو ڏيئي ساه ساعت. وٺي دم اماڙيو
(1) نه مران جيئان ٿي ويني وه پيئان ٿي ڪري مهر، مٺي جي لڪن کي لتاڙيو
(2) سر تيون چوستايو ٽتي کي تپايو اڳي عشق مٺي جي، اندر قلب ڪاڙهيو
(3) ٽڪي کي ٽرن ۾، رسج رڻ برن ۾، ڏيئي دست دلبر، ڇڪي چوٽ چاڙهيو
(4) اچو يار اوري، نيزا نوڪ جوڙي، هٽي ياڻ کوڙي، پنهنجا دست ٺاريو
(5) فيضل دل فراق، ڪيم چور چلڪن، اچي هوت هاٽي، پنهنجا قول پاڙيو

### ڪافي سر پيروي نمبر 86 ڏيڍي

جهل نه مني کي مادر ڪر نه قهر. ڪيم اچي عشق آزاري
(1) لوڪ لاڳاپا توڙي سانگو سر جو لاٿم. آس اميدان ڇڏي، هار ڏکن جو پاتم
جوش جلايو جگر ڪر نه قهر. ڪيم اچي عشق آزاري
(2) تاب حسن جو ڏسي، تيڙس چور چري، نوڪ نيڻن جي ويم
جيءَ جگر ۾ گهري، او درد مچايم محشر ڪر نه قهر
(3) ونگ زلف جو وجهي قيد ڪري ويم اديون. جلڻ ڪاڻ جوش مون
پلئه اچي پيم اديون، او ڏيئي ويم سور ثمر
(4) بار بره جو سر تيون آيم سر تي باري وهم وڃائي فيضل نه ڪيم نرواري
او پيس وچي منجهه پڌن ڪر نه قهر. ڪيم اچي عشق آزاري

### ڪافي سر پيروي نمبر 87 ڏيڍي

دلڙي لٽي ويم پنهل، انگ ازل. لکيو هم لوح قلم ڪون
(1) دست پنيوران ڏوئي نڪتيس بر بيواهي، سور تتيءَ کي سر تيون
دم نه ڏين تا ساهي، او ياڻ هيم ياروچل انگ ازل
(2) جلڪون جيئنديس جيجل دم نه گهتينديس زي اديون. ڏسي لڪن جونءِ
لوهان منهن نه متينديس زي اديون، او چوٽ چڙهي ڪنديس هڪل. انگ ازل
(3) چير چوهيون چريون پير پٽون ڪيم اديون جاءِ نه جاتي ڪنهن جي
وچڙ اتي پيم اديون، او عشق وڃايم اٽڪل. انگ ازل
(4) لحم لگن ڪون لاهي مفت مرن کي ڏينديس، وندر وٺن ۾ ڪاهي
وڃي هيڪاندي ٿينديس، او ڪيچ ڪنديس وڃي منزل انگ ازل
(5) صبر وڃايم سر تيون پلڪ پلڪ جي پورن. تن من تايم سارو
گهاءَ اندر جي گهورن او نيهه نهوڙيم فيضل انگ ازل

## ڪافي روپ پيروي نمبر 88 ڏيڏي

متان وهيڻي ڪري ڏار قطاران، اٿي جاڳ تتي ڪر تياري

(1) ڪاهه تہ پهچي وڃي ڪيچ ڪي، رات اڳيون اٿي انڌاري

(2) ويهہ نہ ويلهو ڪڏهين ويسلي، وات لٽيندءِ پوءِ واري

(3) رويو روز رندن تي، اندر ڪر تون اوساري

(4) وندر جي تہ وڻن ۾، ڪالهہ لنگهي ويا قطاري

(5) فيضل هوت بلوچ ڪان، هي سر صدقي سواري

## ڪافي سر پيروي نمبر 89 ڏيڏي

ڪر حيلو اڄ هاڙهي هلڻ جو ويهہ نہ وڃ تي وچاري

(1) سندرو ساهي پڌسون، جو بر ٻجهيئي تو باري

(2) ڏکيا ڏاڪا ڏونگر جا، ساجهر ڪر تون سواري

(3) لڪ لتاڙيون وڃ لوچ سان، اتڪي ٻيهہ نا آزاري

(4) موٽڻ مهڻو پوئتي، مر تہ ٿئن ناميـاري

(5) فيضل پنهنجوئي پاڻ، دم دم سان رک هشياري

## ڪافي روپ پيروي نمبر 89 ڏاڏرو

سجڻ سوز تنهنجي ڪيم دل ديواني، وندر جي وڻن ۾ وتان ٿي مستاني

(1) اندر ۾ آرابيون ڏنم عشق لائي، جسم جان ساري وڌم تاب تائي

سهان ٿي نہ ساعت وڻي وار جاني

(2) اوراٽو اندر ۾ اپيون روز اوريان سر ۽ ساه نم نم ڪيون گهور گهوريان

هجن جي ٻہ سو سر ڪيان سڀ قرباني

(3) روئي رت رندن تي ڳوڙها روز ڳاڙيان، خوشيون خواب فرحت

سمهڻ سيج ساڙيان، وڻي ٿي نہ ڪا شئي، ٿيم زهر ماني

(4) سندر سيند سرمون نيم نينهن زوري، پيم پيش پلپل جهجهڻ جوش جهوري

پري ڳات هر هر نهاريان نهاني

(5) تنهنجي نينهن نازن وٺم گهوٽ گهائي ڪيم برهہ بيوس واهون سڀ وڃائي

چلي تو نہ چارو لڳم قلم ڪاني

(6) پون پور دل ۾ ڪيون گهور دم دم، عقل هوش هستي نهوڙي نيم غم

ڏيئي تاب فيضل ڪيم فڪر فاني

كافي روپ پيروي نمبر 90 ڏاڏرو

انائي وڃائي انا چئو امالڪ، سوئي پاڻ سو تون جنهين ۽ جي سنڌ سيڪ

(1) انائي انڌائي ٻئي حرف هڪڙي خودي ۽ خدائي سندوڪيس نڪري انهي درد دارون، فنائي تي هڪ تڪ

(2) صيقل جي سڳن سان ڪري صاف سينو نهارج اندر ۾ ڪيي غير ڪينو ٻيائي نہ ڪائي، هڪو تي پرين هڪ

(3) چاتائي چمن ۾ پسج پاڻ هر گل ڏسي رنگ رنگينا ڪٿهن ڪيئن ڪي پل فڪر سان نهاري، سخن سمجهہ سالڪ

(4) نفس کي پيچي ڪر چڪن چور فاني، چوي تو چوائي پنهنجو پاڻ جاني چڏي پاڻ تي تون، پنهنجو پاڻ مالڪ

(5) پڙهڻ علم ايهو جڳائي ضروري، ڏسڻ نامناسب فيضل سمجهہ سوري ڪٽي ڪين ڳنَ ۾ پڌرو جهہ نہ ڪا پڪ

كافي روپ پيروي نمبر 91 (تين تار ناڏيگهينا)

جي مون سليان سور پلپل سندا پور لڳي آڳ اين ۾ جبل تين چور

(1) جيڪا آڳ اندر ۾ لائيم سڪصدر ۾ تنهنجي تلب تڪي جي ڪنهن ڪي ڪل نہ مور

(2) سيني منجهہ ڪٽاري لڳي جانب جاري ناڪ نڪ نيڻن جي ڪيم ڪيس ڪلور

(3) زوري زلفن زابر، وڌم ونگ اڪابر، ٻاري باهہ پيڙ ۾ گهايم حسن گهور

(4) نئين نازن ڪاڙهي، سينو وڌم ساڙي ڪنهن سان حال وندايان پٽي پٽ صدور عـ

(5) فيضل ٻاڦ نہ ٻاهر ذرو ڪر نہ ظاهر ڪوري اندر ڪامي حاضر تي حضور

کافي سر پيروي نمبر 92 تن تار نا ڏيکهينا)

سر تيون حسن حملن پيخو ڪيم بي من تن لڙ جي؛ چڪي ٿو ساڙي ساهه وڌو جن

(1) سلمت ڪانسري تي دلبر دم ٻري تي تنهنجي تلب تپائي چوري ڪيم چلڪن

(2) تنهنجي تيراڪن جي سينو ڪيم سپر هي ڪوڙي ڪڙ نه جاني نيزا ناڪ نيٽن

(3) گهڙي گهڻ نه گهاريان روئون روز نهاريان پلڙ پاند پسا ڳلين وس وس ڳوڙهن

(4) ڪولي اندر ڪٽهن سلن وڃي سور وراهيلن هر ڪو سڪن پائي ڪانهي سنگت سورن

(5) فيضل ايئن اجائي چوٿو جي؛ ڪپائين پائي اندر جهاتي هڪ تي سلڙ حبيبن

کافي روپ پيروي نمبر 93

عمر ادا ڇڏ سبري ستمگري، چو ٿو مانکي سخت ستائين ميان

(1) پيئي پيالو زهر جو پلو ميان. ويندي سان؛ مري پونديڻ ٺري

(2) ساڙيم سوز پرئي؛ جي پلو ميان چلڪن ڪيم چري، ويندس وري

(3) ويندس ملڪ ملير ڏي پلو ميان. ٻن تنهنجي دور دري زيور زري

(4) لوڙهڪ لائي تنهن ڏيهه جي پلو ميان. چاڙهي هي ڪائيندس ڪري ڦوڳن ڦري

(5) فيضل سوز فراق جي پلو ميان. جان جسم وڌم تري، ويس ٻري

کافي سر پيروي نمبر 94

کهڙي تن جي ڪيان خبر ڙي پينر. ڪيچن مان سان قرب ڪي اڙي اديون

(1) روهه رلي تي راهه ٻر پلو ميان. وري ته ڪيائون ور مهر نظر

(2) ڪاهي آيا ڪارتي پلو ميان. پيهي پاڻ اندر مٿيءَ جي گهر

(3) عطر ڪٿوري هبڪار تيو پلو ميان. سارو صحن شهر بر بحر

(4) گل ڦل باغ بهار تيس پلو ميان. وسريم سور سفر ڏک ڏونگر

(5) کهڙي ڳالهه ڳلن جي پلو ميان. ڪيون ڪيان مون هر هر. نه تن ڪو سر

(6) فيضل عشق عجيب جي پلو ميان. ساڙيم غير صدر پيس پڌر

## ڪافي سر پيروي نمبر 95

اکين اڙانگو اٿر پون پڌر، آهي ايها چال تنهنجي اديون

(1) جٺ وچي اتکي آئيون پلو ميان، تٽن تتي پيون هر هر رڃ نہ صبر

(2) مڙن تہ منڙيون ڪين ڪي پلو ميان، چوري ڏين چڪر اڙن اپر

(3) جهٽ پٽ اٽڪيون پاٽ ۾ پلو ميان، ورتيون اچين وڪر سور سچر

(4) دل ويچاري درد ۾ پلو ميان، ڪجيءِ ڪپي منجهہ ہر ہر ظلم قهر

(5) نيٽن نينهڙ ولائيو پلو ميان، سڙي پچي سڪ ۾ مر دل پينر

(6) فيضل جس آ اکين ڪي پلو ميان، آٽي ڏين تيون خبر حسن حشر

## ڪافي سر پيروي نمبر 96

چڙهي موج مستي سندم سر الاهي، عقل هوش هستي ڪيم رهز راهي

(1) لڳي واءِ وحدت ويو غير غفلت، هيو نينهن نعرو شغل شور شاهي

(2) جبل روهہ ڏنگر تلعو ڪوٽ خيبر، هٽي عشق حيدر ڪيا سي تباهي

(3) صفا در صفائي فنا ۾ بقائي، رهي ڪا نہ ڪا شئي سوا يار ماهي

(4) برهہ جي بحر ۾ ڪوئي غير ڪونهي، نہ ملاح مغبر نہ واهر نہ واهي

(5) انهين ڪين ڳڻ جو سماٽن سمورو منهنجو مام موتو لڌي جن اگاهي

(6) اصل عشق فيضل قتل ڪوس ڪربل ڪٺا جي اتي ڪلهہ پچون تن گواهي

## ڪافي سر پيروي نمبر 97

عجب راز انهون نہ ڪهن ڏلي ڏنائون، نواسا نبي صہ جا ڪربل ۾ ڪٺائون

(1) شهزادا ايبيا جا سيئي گل سڳورا، وجهي پنهين پڙ ۾ پٽر تي پيٺائون

(2) غنچا گونر گوشا پئي گل شگوفا، سارو باغ حسنين جوئي لُٽيائون

(3) ڏجي ڏوهہ ڪهن کي قضا ڪم ڪيلسي راضي تي رضا تي بلامسر سنائون

(4) ايهي سور سختيون نسنگ ناري ٻي چون اصل راز رحمت محبت جون منائون

فيضل ڪير ڪوني امر هو الاهي، ڪليون سر صنم ڪي ڏيئي گو ڪٽيائون

## ڪافي سر پيروي نمبر 98

پيتو جنهن آب حيات، مرڻ تهين تي مورون ناهي
عشق اصل آفات، پيل لنگائي تو منجهه پاهي
(1) پيالو پيتم دستون دلبر، آب حياتي عليٰ انور
محو تيو ظلمات، نور تيو سڀ اوندهه لاهي
(2) تاب حسن جي طور جلايو ذات ظهور وچو ڪنڊ لايو
عين تيو اثبات، غير ڏُوِي جو نقطو ڊاهي
(3) نينهن وڄايو نوبت شاهي، ملڪ فلڪ ۾ تيو آگاهي
سمجهڻ مشڪل بات، ڪير پوي انهي ڪن ۾ ڪاهي
(4) ناهه ڪيون جن وهم سوالله، سمجهن سيئي سر وجه الله
جت ڪت جلوو ذات، گونا گون سمايو آهي
(5) فيضل تر جو فرق نه ڄاڻي، حال حلاجي منصب ماڻي
سوري سيج برات، ڏاج ڏنائون توڙيون ناهي

## ڪافي سر پيروي نمبر 99 جمله

ايڏو آدم شان، ڪالهه ڪيا پئي ملڪن سجدا
اونهون سر انسان، ڪل نه ڪنهن کي آهي سوچا
(1) قرب ڪرمنا شان تنهنجو، سمجهڻ مشڪل سري رتبو
علوي آهي عيان، سفلي تنهنکي عام چون تا
(2) ذات بنا ڪنهن خاڪي تن جو ڪيئن ملائڪ ڪندا سجدو
آدم جو عنوان، محض انهي ۾ هو خود موليٰ
(3) مام من روحي راز رکيائون، وفي انفسڪم ميچ مڪائون
اهڙو برهه بيان، سالڪ سمجهن علوي عشوا
(4) ڪير پروڙي رزا نهاني، حال حقيقت سر انساني
نينهن بنا نادان، شاهه گدا سڀ عاقل عُلما
(5) هستي هوون حب دنيا جي، هوش وڃايو مال حقيقي
هر ڪو تيو حيران، شرف شهاني پوڙي درجا
(6) فيضل سوئي سمجهه سيوئي، حق بنا بيو ڪونهي ڪوئي
سارو سِرُ سبحان، هر، مظهر ۾ سو هل هبڪا

## ڪافي سر پيروي نمبر 100

منهنجو حال محرم، ملو محب جانان
ڇوري ڪي ڇڏي بس ٿيا خود روانا
(1) وڃهي منجهه وڇوڙي، ويم ديس دلبر
سندم دم صنم ڪون، سري ٿو سوانا
(2) ڪري ترت تياري، ويا ڪيچ ڪاهي
ملڻ جو نه موٽي، ڪياٿون بهانا
(3) جسم جان دل ۾، وڃهي مونجهه ماتم
ڏيئي بار غم جو، ويم بي گمانا
(4) ڪيو عرش اندوهه، رنو ملڪ نلڪن
جنّ انسان حيوان، ٿيا سڀ نغانا
(5) وطن ڏي وڃڻ جو، هين روح رايو
پيم ڪل نه ڪائي، ڪري ويا بهانا
(6) ڪيم چاڪ چيري، سينو لٽ فراقن
پسڻ ري، پرين، جي، لڳي ٿي دوانا
(7) ڇڏي فرق فيضل، فنا ٿي نڪر ۾
اچي عشق ڪوڙيا، پڌر پيش خانا

## ڪافي سر پيروي نمبر 101

لڳي آ سخت لڙائي، جان جسم سان جنگ وو يار
(1) من ۾ هوت تڪي ويو تڪي تير خدنگ وو يار
(2) چوڪند، عشق اپا ڪيا، لشڪر فوج فرنگ وو يار
(3) حملي تاب حسن جي، نام وڃايم ننگ وو يار
(4) رلجي ويڙم روح ۾، رمز حقيقي رنگ وو يار
(5) فيضل روز ازل کان، لڳڙم نينهن نسنگ وو يار

## ڪافي سر پيروي نمبر 102

رهندس ڪين پنيور ۾، برهه ڪيم بيوس وو يار
(1) ضرب ڏئي ويا زور مان وو ديدن ساڻ سرس وو يار
(2) مِهران هن منيءَ تي پلو يان، پوندن شال ترس وو يار
(3) ورتيون ويندس ساهه سان، گوندر وارو گس وو يار
(4) هرگز هوت ڀروچ جو، ڏونگر ڏينڊم ڏس وو يار
(5) فيضل من مستان ٿيم چڪي محبت چس وو يار

## ڪافي سر پيروي نمبر 102 ۽ آسابه

چو اسرار علوي دکايا صنم، بصد ناز مين خاص پايا صنم
(1) ضرب روز جانا ديا تيز تر، نظر ناز مجکو کيا بي خبر
لگا شوز پروز رهمچون حشر، تفنگ تير چشمين چلايا صنم
(2) جرح جوش جاري لگا در چگر، برهه بيقراري کيا بيشتر
صبر سهج آرام گئي سر بسر، بلا عشق اوپر ائايا صنم
(3) کيا تاب جب زور ذاتي اسم، صدر سوز سار اجلايا جسم
هوئي جاوه گر درد چندين قسم، نهنگ نازبر تر بچايا صنم
(4) پکڙ پيچ دل دام زلفين کا، کيا محض مجکو فنا در فنا
حسن تاب دلبر هوا رخنما، جبل طور کو خود جلايا صنم
(5) فنا نسي بقا فيض محمد هوا، بدن حال بشري همه رد هوا
مکان لامکان ملک لاحد هوا، سين ۾ صفا خود سمايا صنم

## ڪافي سر پيروي ۾ آسا ۾ نمبر 103

ڪيو مست بادي بهاري مون کي، لڳي برهه جي بيقراري مون کي
(1) ڪُليا گُل هزارين عجائب اصل، ٿيو جابجا شور هار گام هل
ڪجا بلبلانرا صبر وقت گل، اچي عشق ڪيڙو ازاري مون کي
(2) لايو ڇهڇٽو گل ڦل در چمن، ڪيئي سر وسوسن سوين گل سمن
ڏجا ڏم مچايو نسنگ نرگسن، جگر ۾ لڳي جرح جاري مون کي
(3) ڪيان ڳالهه ڪهڙي ثنا يار جي، صفت زيب رخسار دلدار جي
ڪانهي بات ڪا شرح اشمار جي، نازسان ڏيئي ويو ڏيکاري مون کي
(4) حسن سونهه تنهنجي ڪيان ڪيئن خبر، جبل تاب جنهن جي جلايو بسر
بدن برگ گل کان نازڪ نرم تر، هنر سان هٽي ويو ڪٽاري مون کي
(5) فيضل نينهن نازن نهوڙي وڌم، عضوا عشق سيئي اکوڙي وڌم
تڳا غير جا يار توري وڌم، رهي خاص دل ۾ خماري مون کي

## ڪافي سر پيروي نمبر 35 لوڙائو ۾

ڪٺي نينڻ نازون دلبر دوباري، هٽي ويم هنر سان پري ہاڻ ڪاري
(1) تڪي تير جاني هٽي ويو نظر سان، لنگهي پار پيڙم چيري صدر مان
لڪي لوڇ لايم روزي ازل ڪان، اج ناهه ڪلهه جي پينر بيماري
(2) سي سي طبيبن ڪيڙم دوائي، منهنجي مرض دل جي پين ڪل نه ڪائي
دارون ملم سڀ ٿيڙن توائي، ويتر جگر ۾ ٿيم جرح جاري
(3) ڇڪيا چلڪ چوري ڪيهان ڪيان ٿي، دم دم سورن ۾ سڙي دم ڏيان ٿي
پري زهر پيالو پلپل پيئان ٿي، نڪو صبر ساعت نڪو دم قراري
(4) ايهي بوفُ بخمل پلنگ پٽرڙيون، سوا يار جي سڀ ڏوران ڏنگن ٿيون
سرتيون ڪري ڪين ڪاڏي وڃان مون، دردن وڪوڙيم دلڙي ويچاري
(5) جنهن ڪان سري ٿي سرتيون نه ساعت، تنهن ۾ ورهن جي پيڙم اچي وٽ
ڪيم قيد زوري قسمت آٽي هت، ڪنهن سان سور پٽي ہاڪيان اوہاري
(6) ڇڏي فرق فيضل فاني فنا ٿي، انهي درد دارون ڪانهي دوا ٻي
پرتان فنا جو پيالو پري پي، تڏهن ور وصل جي ڏيندي ڏيڪاري

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 104 ٽاڏرو

اڍيون جڏهن هتي لڌم جاني، وسري ويم سير لامڪاني
(1) ميخاني ۾ لڌم دلبر، سچڻ ساقي ٿيم رهبر
پيتم هڪ جام دستي، پُر ٿيس مخمور مستاني
(2) لڳم ايهو درد ٿي جاري، ڪنيم سر تي خلق خواري
چوطرف چوڏاري حسن بازار سبحاني
(3) ڪڏهن حيران هستي ۾، ڪڏهن مخمور مستي ۾
ڏٺم شهر وستيءَ ۾، عجائب سير سلطاني
(4) ڪڏهن بتخان رنگن ۾، ڪڏهن فيضل ملنگن ۾
ڪڏهن نازڪ پلنگن ۾، ڪڏهن منجهه شان شاهاني

## ڪافي سر تلنگ نمبر 105 تن تار جهمٽ

سالڪ سمجهه خيال، خيال وچون خود خيال سماوين
(1) سولي ڪيتا سڏ سهيليان
سر ڏيئي في الحال منصولي دا منصب ڳاوين
(2) سي سي سڌڙيءَ آون اڏي تي
ڏيوڻ سر محال، سمجهه سمجهه پيرانهي پڙوچ پاوين
(3) جلوا ويکهه شعاع شمودا
پتنگ جان ڪربال، جيئري اپني جان جلاوين
(4) فيضل سارا سوئي سائين، فرق نهين سائين، فرق نهين هڪ وال
آپ اليندا بيا پول نه پاوين

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 106 تن تار جهمٽ

مونکي عشق ڪيو بيقرار، ناحق سرتيون، اوي جهيڙو نہ لايو
(1) جانب مئي ڪي جام پياريو
مست ٿيوسي خمار، لڄ شرم سڀ عشق وڃايو
(2) هوش عقل سڀ گم ڪيو سي
دل ۾ سو دلبر يار، رڳ رڳ ۾ اهو راڳ سمايو
(3) دين ڪفر منجهہ سمجهي وتوسي
حسن ڏسي چوڏار، شوق شهاني شور مچايو
(4) طالب ٿي مطلوب ڏٺو سي
الف ٿيو اظهار، جانب فيضل نام ڌرايو
(ڪافي نمبر 107 ڏيو) صفحو 59)

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 108 ڏيڏي

سرتيون سڄڻ جي سوز ۾، هر هر هنجون ٿي هاريان
(1) ڪنهن فڪل سان جادو هٽي، دلڙي چنبن ۾ ويو ڪٽي
روزي ازل جي ايئن بٽي، لکيو قلم ڪيئن واريان
(2) جڏهن پيچ پنهل سان پيو سک صبر سڀ آرام ويو
ويهڻ سمجهڻ سڀ زهر ٿيو سهجون سڄڻ ٿي ساريان
(3) پئي رات ڪاري روه ۾، راتيان ڏيهان اندوه ۾
شب روز انهي پٽ ڪوهہ ۾، گوندر منجهون ٿي گهاريان
(4) هن درد جون دانهان وڃي، ڏونگر وڏو ڏاري يڃي
سڪ مون وڃي پهتي سڃي، فيضل اگهيون هي زاريان

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 109 ڏيڍي

هوت هٽي ويا جنگ جوان، وو صيف سيني منجهہ ساهيون

(1) ڪيس ڪري ويا ڪيچي، ونگ وڃهي ويا پيچي
تن هوتن ڪان حيران، وو روز نهاريان راهون

(2) ڪيئن ڪري ويچاري، بيوس بيڪس ڏاري
تنهنجي محبت ڪئي مستان، وو برهہ مچايم باهيون

(3) پون پڪاران پلپل، جيءَ جگر ۾ جل جل، رو رو ٿيس سرگردان وو
نيڻ وهن ٿيون واهيون، هوت هٽي ويا جنگ جوان وو

(4) فيضل ٿم اعتباري، مام ڏيئي ويا ڪاري
پاڻ پرين منجهہ ايوان، وو نہ تون ٻي جايون

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 110 ڏيڍي

ملي ڏيو مبارڪ سرتيون، گهوٽ گهر گهرايو

(1) محب مٺيءَ ڪي ماري، ڳاراٽي ۾ ڳاري
پاڻ وري جئاري، سيني منجهہ سمايو

(2) عرض فرض ۾ شادي، چڙهي مطرف ڏي مناوي
سڄ ۾ ٿي آ آبادي، ذوق ظهور رلايو

(3) ڪنوٽين ڪئي روشنائي، برهہ بهاري لائي
هر ٻوٽي ٿي سائي، وڻن وري ڦر پايو

(4) ڪنور ڪليا سر ڪاڪل، موڙ غنچا ٿيا گل ڦل
چمن سڄي ۾ هو هل، وهم چڏي واڃهايو

(5) فيضل پردا ڪولي، صاف ڪيم سڪ رولي
پاڻ پنهل ٿو ٻولي، فرق نہ ترجو پانيو

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 111 ڏاڏرو

برديءَ ڪري بهانو بشري پوشاڪ پايو
رڪ رمز مام ميمي سر اغربي سڏايو
(1) احمد احد هڪوئي، ناهي فراق وار جوئي
سر صاف پيو نه ڪوئي، آڏا ايئن اڏايو
(2) دينون ڪفر دورنگي، هر رنگ ۾ تو رنگي
گ صلح گاه جنگي، ڳانديو عجب ڳنڍايو
(3) جلوو جمال تنهنجو ڪونهي شريڪ اوهان جو
ڏيئي چاڙ پاڙ پنهنجو گولي اچي گڏايو
(4) نه ڪا نشاني، توريءَ پيو ڪا نه جاني
ڏيئي جام بي بياني، چڪن منهنجون چڏايو

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 112 ڪلواڙو

سور منجهن تا سه ميان پرين وو محب واري مام سان
(1) سهج منجهون ڏک ڏاج منجن تا او
لوچي اندر منجه لهه ميان، انهي نور پرئي هڪ نام سان
(2) بعضي پرين سڏي ڪو لوهارن، او بعضي
ڏسن نا پر مان، بعضي پرتا وتن پيغام سان
(3) بعضي نازن سان پاڙ نهارن، او بعضي ڏکن تا مُنهن ميان
پرين وو حسن واري هام سان
(4) فيضل سمجهي سيج سورن جي او
رمز انهي منجه رهه ميان، ايئن عشق سندي الهام سان

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 113 ڪلواڙو يا تن تار

پرين پاڻ چون تا جل ميان، انهي عشق سندي آڙاهه ۾

(1) تابش ڏاڍي تاب حسن جي، سر سولي تي سل ميان
انهي رمز حقيقي راهه ۾

(2) سينو اڙيم سوز سڄڻ جي، پوريون پلپل ميان
اچي سڪ سمايم ساهه ۾

(3) ناز نوان تم روز پنهل جا، هجر ڪيم هيڪل ميان
ڪوري ڪي قلوبي ڪاهه ۾

(4) فيضل آڻي عشق وڄايم، نوبت نينهن طبل ميان
قطرو پيو ڪن بحر درياهه ۾

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 114 ڪلواڙو

وجهي زور زلف جي دام ۾، پرين پاڻ ويم دل ونگي ونگي

(1) زوران زوري يار لٽي ويم، ٻاڻن سان دل ٻنگي ٻنگي

(2) نينهن نيڻن جا تي نيڻ اڙايم، ڪير اتي وڃي لنگهي لنگهي

(3) تاب حسن مون تيغ بڇن تا، عاشق مور نہ سنگي سنگي

(4) عشق اصل ڪون نانگ نسورو، ڏيل ويتو نت ڏنگي ڏنگي

(5) ڏيهہ ڏکن جو عشق ڏيکاريم، سوري تي سر ٽنگي ٽنگي

(6) فيضل هادي حق سمايو رمز وڌم دل رنگي رنگي

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 115 ڪلواڙو

جوئي دم چڙهايا سردار تي،اچي عشق چوايم اوئي اوئي

(1) حرف حلاجي بانگ بدن ۾، صاف چوي تو سوئي سوئي

(2) مون نہ چوان تو پاڻ چَوَنِ چئو نينهن نيم مان توئي توئي

(3) وهم وجودي ڪس قلوبون، صاف ڪيم سڀ ڏوئي ڏوئي

(4) عشق اُلانبا عرش وڃن تا، ليڙ ڪيم هي لوئي لوئي

(5) رڳ رڳ لوں لوں هر هر هڏ ۾، راز رهيوم اهوئي هوئي

(6) فيضل ٻاجهون عين احمد جي پير مغان جي، ٻيو نہ پروڙج ڪوئي ڪوئي

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 116 ڏاڊرو

جت عشق پيل پايوئي، پئمال ڪر لنگهائي،
ڏيئي قرب پاڻ پنهنجو سر مال سڀ گوائي
(1) محمود غزنويءَ کي، ڪيئن ڦير سان ڦاسائي
دستون اياز دلبر، سامان سڀ لٽائي
(2) مجنون کي ميو ڪري، تنهن سوز ۾ سڪائي
گهر پار شرم ڇرمون، بيزار بر گهمائي
(3) سنعان سمجهه صاحب، جڏين پول ۾ پلائي
ڏيئي جوش تاب تنهن کي، نئين گل جٽي وڃهائي
(4) ڪدو قول قسم باڌني، ڪل شمس جي ڪلائي
ڪرپوش منيهن ملامت، سر لوڪ ڪون لڪائي
(5) حلاج کي هلان ڪري، انگاس تي چڙهائي
هٽي پاڻ ڏوم انالحق، هل عشق جو هلائي
(6) رخ راز مون حسن کي، ڊڪ زهر جو پرائي
حملو حسين تي ڪري، ڪنڌ ناز سان ڪپائي
(7) ميرو وزير اڪابر جت، راز منهن ورائي
اتي شاهه ڇا گداگر، هڪ نوڪ سان نيائي
(8) نيزي مٿون صوفيءَ جو سر لا ڏسان لڏائي
نازون نهوڙ فيضل، سوئي پاڻ پڙ ملهائي

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 117 ڏيڍي

تنھن تار اوپاري منھنجون حيرت وڃايم سڀ وھون
جند جان تن من سر سڄو لھرن ڪيم چولي چھون
(1) ڪنين پيم سڏ سور جو آواز ازلي نور جو
پاندو پڄي چڪچور ٿيو پلي ويم ھي ماڻ تون
(2) مستان مجنون سڪ ڪيم، دل ڪون ھيئي وسري ويو
وڃي بحر اونھي منجھ پيم، چپ ٿي ويو جت ھان نہ ھون
(3) اوڙاھہ جي تنھن آر ۾، ھانھن چڏيو ھرتار ۾
ڪنن سندي ڪڙڪار ۾، گھمرن گھماتي ڪيم لون
(4) ھيڙي نہ ھوڙو جنھن منجھان، ترھو نہ تارو ڪو ڏسان
ھڪ سير وحدت منجھہ وھان، خوراڪ جت شبروز خون
(5) ھن دھشتي درياھہ جو ڪنڌي ڪنارو ڪو نہ ڪو
بي اونت اونھون بيسرو بيچون بيرنگ بيچگون
(6) جزو وڃي جنھن ڪاڻ ۾، رلجي ويو رھاڻ ۾
اصلون انھي مھراڻ ۾، فيضل نشاني ناھہ مون

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 118 ڏاڍرو

جتي عشق تو پڄائي، اتي ڪير پير پائي
سوري متون سوئي دم پاڻ تو ھٽائي
(1) ڏيئي سرڪ دست ساقي، سرمست تو ڦرائي
پڄي پول طلسماتي سر صاف تو سڏائي
(2) دم نينھن جو نرالو ڏيئي ھانگ تو ھڏائي
وحدت سندي وڏائي، چوڏار تو چٽائي
(3) ٿنھنجي حسن جي نازن، تن من وڏم تپائي
لوڻ لوڻ اندر اوھان جي، ويم عشق آڳ لائي
(4) نوڪن اڳيون اوھان جي، سينو سپر سداھي
ڪوڙي ڪٽج نہ دلبر، ھڻ يار چشم چائي
(5) فيضل نہ فرق تر جو سچ عشق تو سٽائي
ڪر گھور گھوٽ تون ھي، سر ساھ جند جڳائي

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 119 ڏاڏرو

سوري متون سدائي، ميڙو اصل روشاقن
سردار تي سلائي، ميدان ٿا ملهائين
(1) سانگو رکي نہ سر جو سورهيہ اچن اڏي تي
مرڻون منڍون ڪڏائن، تہ جيترو نہ ترسن
(2) بر تر ڏونگر جبل کي، پائن پلنگ پٽولا
ڏک درد ڏاج توڙون، لاڦن لڏي مليوتن
(3) آڙاهہ من منجهيئي، پاهر چون نہ ہاڦي
سيني اندر الانبا، ويتر ويٺا اڙائن
(4) ڦت چاڪ دل ڏکين جا، ولي کهين نہ پچيا
هيهات عمر ساري، گوندر منجهون گذارن
(5) فيضل انهي فکر ۾، فاني فنا ٿيا جي
باقي بقا ۾ سي، وٺي وار جي نہ جاڻن

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 120 ڏاڏرو

منجهون مهر مارن، مکو نئون نياپو
ڪليو گل قلوبي، ٿيم جيءُ جياپو
(1) ٿيم فال فرخ، اڄهو يار آيو
پيو ريس ڪون اڄ، رقيبن ۾ ڪاپو
(2) ليئن ڪالهہ ڪانگي، ڏنم ور وڌائي
سڄ سور سوري، ڳنڍيان ٿي ڳنڍاپو
(3) عمر پٽ پلنگ، ٻن تنهنجا محل ماڙيون
ايهي ڪاڄ ڪاڻا، سندم سي ڪجاپو
(4) جسم جان دل ۾، سندم ساهہ دلبر
سوا يار تنهنجي، نہ تم ڪو تڳاپو
(5) ٿکي ير فنا جي، ڏنم فکر فيضل
ٿيم درد جي، پاڻ دلبر دواپو

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 121 ڏاڏرو

تنهنجي سوز سهڻا ڪيم بيقراري، پري پاڻ ٻاجهون هَيَوَ يار ڪاري
(1) پيئي زلف چوڙيءِ، ويو جيءُ وڪوڙيءِ، نازن سان نهوڙيءِ، وڌو دل آزاري
(2) دو گيسو بشيهر مثل مشڪ عنبر، هڻن ڏنگ هر هر، ڪنيون ڪر قهاري
(3) گهڙيءِ هڪ وڇوڙيءِ سري تي نه توري، ٿيا سال سڪنديءِ، مينجهون انتظاري
(4) خوشيون خواب فرحت، نيم حسن حيرت، لڳي ميخ محبت، اندر جوش جاري
(5) ڪنهن سان سور ڪوليءِ، ورهايان اندر جي، ساپيان تي صدرم، برهه جي بيماري
(6) لکيو لوح قلمون فيضل سڪ سنديءِ ليئن، آيم سر ازل ڪون، ايهو بار باري

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 122 ڏيڍي

دل وچ دلبر گهت ڳيا دام، پيچ زلف دا زابر زوري
(1) نه ڪوئي دام تندا، نه ڪوئي جيءُ ڇندا، پيچ اندر وچ گهت ڳيا گهت دا
دل وچ ٻال حمام، درد غماندي گهت گيم ڏوري
(2) رخ مهتاب تي نين خماري، جلوا ڪر سر عاشق جاري
محبت دي ڏي مام، دلڙي لٽ ڳايا چئيچل چوري
(3) ڀر ڪر پيالا وحدت والا، آپي ڏي ڳيا دلبر آعلا
ٿيوسي مست مدام، عشق اندر وچ لايم لوري
(4) شوق شرابي شور مچايا، دين ڌرم ننگ نام وڃايا
ٿيڙا عشق امام، نيه نماز پڙهيوسي پوري
(5) فيضل فڪر فنا وچ فاني، باقي بالله سر سبحاني
صولي سر انعام، عشق ڏتوسي ڏاج ضروري

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 123 ڏيڍي

ويڪو دم آدم دا ڪون، آپي آدم بن ڪر آيا
(1) آدم دا ڪوئي باپ نہ مائي، بيبي حوا ڪجھ ڪيڏون آئي
نا ڪوئي بت بطون، مام من روحي شور مچايا
(2) احدون احمد بن ڪر آيا، جاما جسمي ڳل وچ پايا
عالم تي ڪر عون، انا احمد آکے سڏايا
(3) نا ڪوئي ماتم، نا ڪائي شادي، نا ڪوئي ناري
نا ڪوئي بادي، نا ڪوئي خاڪ نہ پون، ذاتي ذوق ظهور الايا
(4) سيني دي وچ پاڪر جهاتي، ويس ظهور اظهار ذاتي
فيضل گونا گون، هر مظهر وچ آپ سمايا

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 124 ڏاڏرو

من رات محب موهيم، ماٺا ڪري ڪري
ڏيئي تاب نوڪ نيڻن، ڪري ويم ذري ذري
(1) نازون پرين نهاري، ويم سو بلا اتاري
من ۾ آڙاهہ ٻاري، ويڙم تري تري
(2) پلپل فراق پورن، تڪ تاب حسن گهورن
چڪچور ڪيم تن من، سنڌ سنڌ پري پري
(3) آيس برهہ بحر ۾، آويڙا الٽ لهر ۾
سڪ سوز ڪن قهر ۾، دم نا سري سري
(4) وس واهہ نا وسيلو حاجت هلي نہ حيلو
شب روز ڏڪ زهر جو دل تي پري پري
(5) فيضل نهار من ۾، محبوب گل بدن ۾
سر سمجهہ خود صحن ۾، منجهہ مچ ٻري ٻري

## کافي روپ تلنگ نمبر 125

دل درد کنون پئي جُکدي، کيا ڳالھ کران مين ڏکدي

(1) ھک عشق آرام نہ ڏيندا، ڏوجھا لوک تتي نوتئيندا
تيجھان جانب جھات نہ پئيندا، دل ڏانھان کر کر چُکدي

(2) سر سولين ديان نت ماران، لک آھ فغان پُکاران
لنگھ عرض پئيان اچلگاران، ايھا لگ اندر نھين لُکدي

(3) نت ناز حسن دي گھاتي، جک جوش خروش گھماتي
دل نام ڳڏين پئي قاتي، رھ روح رئي رڻ رُکدي

(4) سي دردين ديان سر ويران، دل چاک جگر سوچيران
غم پور کلور بھيران، کائي ساعت سھنج نہ سکدي

(5) جڏان سھٹل کيچ سڌايا، ول ڦيرا يار نہ پايا
وھ روز ازلدا ايا، سڙ سولين وچ ڳيم سکدي

(6) سک فيضل فھم فنائي، سٹ وھم گمان انائي
رک سيني سرت صفائي، کر دور ملالي ڏکدي

## کافي روپ تلنگ نمبر 126

گھت عشق اندر ول وکڙي، ڏيندا تاب تتي نون تکڙي

(1) لگا عشق اندر وچ جاري، جند جان جليندا ساري
نھين ساعت صبر قراري، پئيندا پلپل چونديان چکڙي

(2) رخ رھبر دا نوراني، ايھو ويک حسن سبحاني
سي وھم ڳيم ويراني، مليان برھ براتين لکڙي

(3) جڏان درسن دوست ڏونسي، سي دين ڌرم پُل ڳيوسي
وچ پيش پُنھل دي پيوسي، سو پيچ پئي ول پکڙي

(4) جتان عشق اڙيندا اکيان، نھين پير اٹا نھين پکيان
کيا بات ھوائي مکيان، شھباز ٹکيندي ٹکڙي

(5) نھين فيضل فرق جدائي، ڳئي غير دوئي دي وائي
ھي سر اثباتي خدائي، سٹ شرک سيئي شکڙي

## كافي روپ ٹلنگ نمبر 127

لڳي لوح قلم دي لاري، دل كيتم عشق ازاري
(1) سُن دلڙي بانگ الستي، مدهوش ٿئي وچ مستي
هي روز ازلدي خستي، نهين اج كلهه دي بيماري
(2) بن ويكن رخ دلبر دي، كجهه دارون اثر نہ كردي
ايهي ٹپڙي مول نہ ٹردي، ڏيندا بخت نهين كائي ياري
(3) ايها چال عجب پنهل دي، كنهن وقت نہ ڏيندا ولدي
مين سڏ كر كر چپ چلدي، كائي كوك نہ ٿيندي كاري
(4) ڳيم غمر سجي كر لوندي، ڏك دردين وچ غم كوندي
نت جان لبان تي اوندي، ڊك پر پر زهر قهاري
(5) سڻ فيضل راز عشاقان، جند جان سدان مشتاقان
سو بار صنم تون قربان، اي سر صدقي لك واري

## كافي روپ تلنگ نمبر 128

سن چال صنم لاٹكدي دن رات نيادم ڏكدي
(1) جتان اكبر جُنگ جَليندي، كيئي شمسل كل كليندي
سوين سرمد سر كپ ڏيندي، كائي حاجت حُج نہ ككدي
(2) ڳل حسن حسين دي ڳاني، سر شملي ناز شهاني
كيئي مجني ٿئي مستاني، چكہ چاس اهين چانكدي
(3) سي سسهيان روهين رڙديان، لك حيران سك وچ سڙديان
كيئي سنهيان لهرين لڙهديان، ايها رونق ناز نہ ٹكدي
(4) لڳي حيرت دي جنگ جائي، سب وسر ڳيم ٻي وائي
ٿيا غالب فكر فنائي، رهي واهہ نہ كنهن كُمَكدي
(5) جڏان فيضل فرق وڃايم، سب صورت يار سمايم
وهہ پير مُغان سمجهايم، ايها رمز حقيقت حقدي

## كافي روپ تلنگ نمبر 129

آئي عيد سعيد مبارڪ، آيا يار نہ رهيان، تڪ تڪ
(1) مل ماٹھو عيد ڪريندي، خوش خورم دم گذريندي
مينون سوز فراق ستيندي، ٿئيان بيوس رو روبي شڪ
(2) بن دلبر دي ڪيوين ڪرسان، ڏڪ زهر قهر دا پرسان
ڪر زاريا رو رو مرسان، ايهو حال ميڏا سُن هي پڪ
(3) دل دردين ڪيم ماندي، دم سختي دور نہ جانوندي
ڪائي ڳالهہ نہ من ڪون پانوندي، بن يار پياري مطلق
(4) ڪر قرب ڪوئي ول جاني، وچ راهہ ڪرم رحماني
ست ناز نقاب نهاني، گهنڊ کول وکا رخ رونق
(5) ست فيضل دانهہ درازي، ڪر حاصل حال فرازي
رهہ عين رضا تي رازي، دک درد ڪنون تي نا ڪڪ

## كافي روپ تلنگ نمبر 130

تن تاب حسن دي تايم، جيءُ نازين يار جلايم
(1) رکہ شوق شڪار عشاقان، خود اوندا پهر پوشاڪان
لُٽ ويندا من مشتاقان، اهين حيرت هوش گوايم
(2) ڪر جلوا جوڙ گلوندا، سر حملا ڪر ڪر اوندا
ست سيف غريب کهوندا، ايهو درسن عشق دکايم
(3) رخ رونق رز فزون تر، خدحال ڪمال ستمگر
موگيسو نانگ بشيهر، ست زنگ نسنگ نيايم
(4) دل درد ڏکيندي ماري، وچ ڪو هو آندو وهہ وچاري
شب روز ڪريندي زاري، ڪنهن وقت پرين نہ پچايم
(5) پر فيضل جادم ڏتوني، من مست الست ڪيتوني
حس هستي هوش نتوني، ڦر ذات ظهور الايم

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 131

سٽ سنين شيعين دي جنگ، ڳهن واٽ وچين ره بيرنگ
(1) رهه وچلين عين عدم هي، سڪ سوز ذڪر تي دم هي
وت دمرا همدم غم هي، وچ غمدي مول نه تي تنگ
(2) سڻ سني ڪون ويچارا، اتي شيعي ڪون ڪيايا را،
ڪم آپ ڪريندا سارا، بن صوفي بي سر تي گنگ
(3) ڪيا دين ڪفر دا جهيڙا، ڪيا مذهب راهه بکيڙا
ڳهن عاشق عشق اويڙا، سٽ نام نموس اتي ننگ
(4) جنگ هر هفتار روملت، سي ڪوڙ ڪرة خجالت
رهه پاڪ پڪڙ سر وحدت، هڪ چان سڃاڻ هڪو منگ
(5) هي فيضل صاف صفا هڪ، ٻيا غير نهين ڪوئي مطلق
سر علم انا هوڪا سڪ، وڃ وهم دوييني دا زنگ

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 132

سڪ صنم جي سوز ۾، عمر گذاريم روئي روئي
(1) واٽ تڪيندي ورهه لنگهي ويا، اونت نه پايم اوئي اوئي
(2) روز وجهان تي ڳهه ڳڇيءَ ۾، هار هنجين جو پوئي پوئي
(3) لوڪ ليا سي وينيس لاهي، دست ٻنهن ڪان ڏوئي ڏوئي
(4) سڪ سورن جو چنڊ مداعي، بيٺم سر تي اجهوئي اجهوئي
(5) ڪنهن سان ويهي سور ورهايان، حال محرم نا ڪوئي ڪوئي
(6) فيضلَ توڙان پاتم سر تي، لاڏ پرينءَ جي لوئي لوئي

## ڪافي سر تلنگ نمبر 133

قلزم ڪارون يار ۾، نينهن وڏم نئين هاٽي هاٽي
(1) جاءِ نہ جاتي علم عقل جي، عشق اتي تو آٽي آٽي
(2) ڪين منجهان خود ڪين ٻڌائي، سُرڪ سمند تو ڄاٽي ڄاٽي
(3) ڄُگ لنگهي ويا جوءِ انهيءَ ۾، تار طلب جي تاٽي تاٽي
(4) جيڪي پيڙا ٻحريقيءِ ۾، ڪير تنهن ڪي راٽي راٽي
(5) فيضل سوري سر سهايم، حال حلاجي ماٽي ماٽي

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 134

ناز صنم دي لٽيان، ڪون لهي ڪل ڪٽيان،
(1) سوز صنم دي سول صدر وچ، دم دم الئيندي جهتيان
(2) دارون درمل ڪجهہ نهين لڳندي، حيلي ڪر ڪر هتيان
(3) يار ڪنون دم ڏار زهر وچ، جيوڻ مشڪل متهيان
(4) روح رانجهن دي نال رليو سي، ڪيڙين ڀيڙين ڪنون ڇهتيان
(5) مينهن وصل دا نينهن وسايا، گل ڦل ٽيان سڀ گهٽيان
(6) حب حسن دي حد نہ فيضل، نينهن نہ ڪُٽيندا ڦٽيان

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 135

برهہ ٻهاري لائي هي، ٻازي يار ٻنائي هي
(1) موڙ غُنچي سڀ گل ڦل ٽي ڳئي، شاخين شڪل مٽائي هي
(2) وڻ ٽڻ بن گئي، باغ باغوچي، هر شئي خنڪي ڇائي هي
(3) هر مظهر وچ راز ربوبي، ڪردا نشف نمائي هي
(4) سير گهٽي سڀ هند سهيندي، وصل دي اڄ وائي هي
(5) سونهن صنم دي رخ دي رونق، روزان روز سوائي هي
(6) فيضل فاني فهم فنا وچ، ثابت آپ سدائي هي

## غزل نمبر 136

شب روز در وحدت نشين، هذا صراط المستقيم
غير از خدا چيزي مبين، هذا صراط المستقيم
(1) بگذار جمله مانسوا، بالاح لاكن خويش را
طاغوت بت بشكن همين، هذا صراط المستقيم
(2) در شيشه دل خويتر، اثبات احد الله نگر
واحد بدان در آن اين، هذا صراط المستقيم
(3) گو طالب مشتاق را، در راه محبت شو فنا
هرگز مشو اندوهگين، هذا صراط المستقيم
(4) كنزي بدان محبوب را، در شكر وي سر ركن فدا
گو حمد رب العالمين، هذا صراط المستقيم
(5) او مشتريئي هست ما، خود گفت الله الشترا
جان ده بجانا شئو قرين، هذا صراط المستقيم
(6) چون گشتيءُ علم اليقين، زان مي شوي عين اليقين
گردي چو خود حق اليقين، هذا صراط المستقيم
(7) خاموش فيضل زين بيان، رويا زفاني شئو دران
باقي بقا بالله بين، هذا صراط المستقيم

## كافي روپ برو و نمبر 137 ڏاڏرو

ڪڏان تہ فوج حسن چوڏاري، ڪڏان وت برهہ بهاري وه وا
(1) ڪڏان شڪر لب شور مچاوي، ڪڏان تہ گل رخساري وه وا
ڪڏان نقش نگار عجائب، ڪڏان تہ گل گلزاري وه وا
(2) ڪڏان تہ غير صفات سڏاي، ڪڏان تہ ذات انواري وه وا
ڪڏان تہ عاشق عين سڏاوي، ڪڏان خودي وچ خواري وه وا
(3) ڪڏان تہ ڪيف ڪلال سڏاوي، ڪڏان تہ مست خماري وه وا
ڪڏان تہ قطر بحر بناوي، ڪڏان تہ قلزم جاري وه وا
(4) ڪڏان قري ڪچڪول گدائي، ڪڏان ڪري سرداري وه وا
ڪڏان تہ فيضل رمز رلاوي، ڳيت انالحق ڪاري وه وا

## ڪافي روپ بروو نمبر 138 ڏاڏرو

ڪڏان تہ رمز سڄن رنگن لاتي، ڪڏان نہ پئندا جهاتي وہ وا
(1) ڪڏان تہ مسجد مصلا منبر، ڪڏان تہ بانگ صلاتي وہ وا
ڪڏان وت دائر ادير ڏواري، ڪڏان تہ حج زڪاتي وہ وا
(2) ڪڏان تہ رهبر راهہ وڪاوي، ڪڏان تہ لادي ڪاتي وہ وا
ڪڏان وت نيست نفي وچ آوي، ڪڏان اسم اثباتي وہ وا
(3) ڪڏان تہ مسلي مذهب ملت، ڪڏان قلم قلماتي وہ وا
ڪڏان تہ هل هگام مچاوي، ڪڏان تہ چپ چپاتي وہ وا
(4) ڪڏان تہ عادل عدل عدالت، ڪڏان ظالم ظلماتي وہ وا
ڪڏان تہ فيضل صاف پلاوي، پيالا آب حياتي وہ وا

## ڪافي روپ بروو نمبر 138 ڏاڏرو

ڪڏان تہ دلبر ڪول اساڏي، ڪڏان ڪريندا ماٹا وہ وا
(1) ڪڏان تہ محبت وچ مستانا، ڪڏان تہ سرت سياٹا وہ وا
ڪڏان تہ نينهن نشي وچ ناگا، ڪڏان تہ سيد ڪتاٹا وہ وا
(2) ڪڏان تہ پوتي پت برهمݨ، ڪڏان تہ تلڪ لڳاٹا وہ وا
ڪڏان تہ زاهد يا پاڪ نمازي، ڪڏان تہ ٻال اياٹا وہ وا
(3) ڪڏان تہ سختيان سور سهاوي، ڪڏان طول وهاٹا وہ وا
ڪڏان تہ شان بلند شهانا، ڪڏان گداء پناٹا وہ وا
(4) ڪڏان تہ شهر فتحپور دي وچ، رهبر راہ وڪاٹا وہ وا
ڪڏان تہ فيضل هڪ حمايت، سوئي سر سماٹا وہ وا

## ڪافي روپ برو و نمبر 140 ڏيدي

جيءُ جکي تو پل پل جلي تو ڙي اديون، سڪ نہ ڏئي تي مون کي ساهي

(1) عشق اڇي تان ڪيون ڳالهيون ڳجهہ جون ڙي اديون، روح اندر تي رجهان

سي تہ نہ سلبيون ڙي اديون، رمز انهي سان تيم راهي

(2) ماٺ ڪيان ڪيئن من ۾ اوچنگاران ٿيون اچن، جان جگر دل بڪيون

سيخن ۾ ٿيون پچن، واهہ نہ ٻي ڪا تم واهي

(3) سڀ تہ سهايم سر تي طعنا تنڪا ڙي اديون، خلق ڏيئي مر مهڻا

مئي کي ان جا ڙي اديون، لوڪ لاڳاپا ويم لاهي

(4) برهہ بحر جي ڪن ۾ غرق وڃي تيم ڙي اديون، قطري جيئن قلزم جي

ير منجهون ويم ڙي اديون، امر جتي ناڪائي ناهي

(5) عشق الاهان وڃي عرش الانبا ڪيا فرق وڃايم

فيضل وهم دوئي جاويا شوق هٽي تو دم شاهي.

## ڪافي روپ برو و نمبر 141 ڪلواڙو

عشق اصل جند جان جليندا، هستي هو وڻ پول پنيدا

صوفي صافون صاف سڏاڪي، دم انالحق آکہ سٽيندا

(1) ڪاٽي ماٽي طول وهاٽي، ننڊ آرام، قرار تڪاٽي

برهہ ٻليندا اي سڀ تاٽي، لاشڪ وچ درياهہ لڙهيندا

(2) قدرت ڪاني ڪشف ڪرامت منت شيخي زهد عبادت

منطق معني واعظ امامت، نينهن نهين اي چال منيندا

(3) عاشق حالون مول نہ ڄاپي، تن من چور اندر وچ ڪاپي

سوئي سر اسرار سڃاپي، مستي سر ميدان مٽيندا

(4) فيضل ٻاجهون يار يگاني، اور نہ ڪوئي غير بيگاني

ٻي سڀ ڳالهين ڪوڙ تراني، ڪعبا قبلا قلب ٻڻيندا

## كافي روپ برو و نمبر 142 كلواڙو

جانب جلويدا رين آيا، چشمين تير تفنگ چلايا
كڙ كڙ كان اندر وچ كركي، جان جسم لنگهه پار سڏايا
(1) نوك نيٹا دي اڏمان لايان، حملا كر سر عاشق آيان
زلفين سي سي قيس كمايان، زيب زنخ لٹ هوش گوايا
(2) گيسو كالي نانگن بشيهر، ابرو سيف سكيلي دلبر
روشن رخ مهتاب منور، لعلي لعل لبين شرمايا
(3) نازك ناز سجڄ دي باري، سر تي سالون وست كتاري
كردا كم قتلدا جاري، ساجن كر سينگار سوايا
(4) سر سبحاني سمجهه سجاتم، ركيل پير مغان رنگ لاتم
بار برهه دا سر تي چاتم، در در دي وچ نينهن نچايا
(5) فيضل جوش جلايم چاتي، كيتا زور ظهورا ذاتي
يج ٻگيا پولا غير صفاتي، عاشق خود معشوق سڏايا

## كافي روپ برو و نمبر 143 كلواڙو

عشق مريندا زوري نعرا، هوش هنر لٹ نيندا سارا
فكر فنا وچ فاني كركي، نوبت نينهن وڄيندا وارا
(1) چوٹك لاڳل جٹئيا پئيندا، زوران زوري تلك لڳيندا
برهه بهادر هوكي ڏيندا، دم منصوري مار نغارا
(2) عاشق سختي ويكه نه ولدي، ٻلدي جلدي مول نه تلدي
دو جڳ چوڙ اڳون تي چلدي، بار برهه سر چئيندي بارا
(3) عشق الانبا آتش بازي، پڙ ميدان ملهاون غازي
پيت نه پاون ملان قاضي، ٻاجهون پير نه چلدا چارا
(4) گهير انهي وچ گهاتو گهر دي، چوڙ لاڳاپي سانگي سردي
ويكن ساري سير اندردي، رمز ربوبي نور نظارا
(5) قلزم دي وچ تاسون مردي، پيوڻ ٻاجهون دم نا سردي
فيضل پيتئين ڍرئو نا كردي، كين كٹا هي وچ تچكارا

## ڪافي روپ تلنگ نمبر 144 ڪلواڙو

مين ٻوڙيا سڀ عالم سرا، ڪون ڪري تحقيق پارا
برهه بنا مين ڪهين نه ماريا، پردي عشق ڪريندا پارا
(1) آپي احمد بن ڪر آيا، ميم وچون روپوش بڻايا
تنهن وچ سڀ مخلوق پلايا، شرڪ غرب ڪيا بلخ بخارا
(2) چار عناصر جوڙ جڏاهين، نام ڏريوني نفس تڏاهين
بيخ جهيندي باد ڪڏاهين، هڻ مين گهن ڳيا تخت هزارا
(3) مين قوتي دا خيما ڪوڙيا، سارا بحر تهين وچ ٻوڙيا
عشق بنا ٻيڪهين نه ٽوڙيا، چوڪنڊ ڦوتيدا ڦتڪارا
(4) اي سڀ جلا بحر جهيندا، مين جهڳ ڦوتا لهر تهين دا
عشق اٻالا جوش انهيدا، ٻيخون هي هڪ بحر پلارا
(5) فيضل سمجهه سجڻ ديان ڳالهين، عشق سڪيندا ايهي چالين
سارا سر اندر وچ پالين، آپيئي آپ اليندا پيارا

## ڪافي روپ بروو نمبر 145 ڏيڍي

عاشق اصلون هيا آدم ڪون ئي اڳي، باب تنهين ڪي نه مائي
(1) خوف رجاڪون پري ڪين وطن ۾ جتي ٻي ڪنهن جي نه وائي
(2) فرض فنا جوپڙهي دوست ڪيائون دري، سينون طور سدائي
(3) واٽ وندرجي ذڪي سڌ سڀ ڪاٽي ڪري، سرت ڪهين ڪي سچائي
(4) گهير انهيءَ ۾ وجي سي گهاتو تا گهرن، سر جنهن جو بهائي
(5) جيڪي فيضل وجي فاني في الله ٿيا، ماڻن ملڪ بقائي

## ڪافي روپ بروو نمبر 146 ڏيڏي

عشق اوهان جي دلبر دلڙي ديوان ڪيم، درد پڏايم ايهي پٽيون
(1) آڳ اندر ۾ ٻاري برھ ڪيم بيراڳي، شوق گھمايم سڀ گھٽيون
(2) ناز حسن جي جملن هوش گوايم سرتيون، نيڻ ڏين ٿا نت جهٽيون
(3) دردانهيءَ جو دارون ڪيئن ٿرڪن سي ڏکيون، روزازل کون جر ڦٽيون
(4) سک صحت خواب خوشيون نينهن نهوڙي نيم، رنگ وجهي ويا ڳل ڳٽيون
(5) پلڪ پلڪ جي پورن تن من تايم فيضل، روز پيئان ٿي وھ وٽيون

## ڪافي روپ بروو نمبر 148 نازن

سند سند ۾ من سارو عشق آزاريم اديون
سورن نئين ڪيم نساهي
(1) صبر قرار صحت سک وڃايم اديون
رڳ رڳ هڏ هڏلئون لئون طلب تپايم اديون
شور مچايم سک شاهي
(2) هوش گنوايم حيرت حسن پرين جي هٽين
عقل گوائي ڪيم پل پل پورن پٽين
عشق اچي ڏنم آگاهي
(3) سنگت نہ ساٿي مٺي سان روھ رئي رن ريخ ۾
جس سورن ڪي سرتيون اچي ساٿي ٿيم سيج ۾
برھ ڪيم نئين بيواهي
(4) ان اوساري دم دم ڳل ڳوڙها ٿي ڳاڙيان
چوٽ جبل جي چڙھ پرت پرين سان پاڙيان
لڪ لنگهي تيز ۾ راهي
(5) موت پرائي موتو ويڙس جيئري مري
پاڻ ٻاروچل ٻاجھون آيم ڪيچون
تلف ٿيم سڀ تباهي
(6) ڏيھ ڏکن جو سرتيون پاڻ پايم سُنهل
باھ برھ جي ساڙي فاني ڪيڙم فيضل
رهيو وڃي باقي رخ ماهي

## ڪافي سر بروو نمبر 149 ڪلواڙو

جوش جڏهن سر پوش نيو سي، هتي هووڻ غير ويو سي
نينهن وڄايو نوبت شاهي، من ۾ هڪ محبوب رهيو سي
(1) هردم پاڻ هٽي تو نعرو، عين اناالحق يار پيارو
باب برهه جو ڪير پروڙي، چوٽ چڙهي منصور ٿيو سي
(2) سمجهڻ مشڪل سر انساني، ونحن اقرب راز نهاني،
مفت منجهي ويا ملان قاضي، مام من الروحي رمز ميو سي
(3) فهم فنا ۾ تي تون فاني، تان ٿيئي معلم راز نهاني
بيرنگ بازي بره ٻڌائي، چا مئون چا تي ٿاهه ٿيو سي
(4) نا ڪوئي ناري نا ڪوئي بادي، نا ڪوئي آبي ناڪوئي خاڪي
سارو سراسرار الهي، هر طرفين هر چيز چيو سي
(5) فيضل نام نه توڙئون منهنجو ڪيڙو ذات ظهورو پنهنجو
آخر آئي ديس انهي ڪون، عشق اتي اظهار ڪيو سي

## ڪافي سر بروو نمبر 150 ڪلواڙو

عشق سندو آڙاهه ٻري تو ساعت ساهي سور نه ڏئي تو
نينهن نهايت ٻارڻ ٻاري، عاشق روز ڪباب ڪري تو
(1) حب حقيقي آتش لائي، من ۾ مچ ٻري تو جائي
سنڌ سنڌ سي جند جان جلائي، قلب ڪٽا هي منجهه تري تو
(2) ڪنهن سان ويهي سور ورهايان، ڏرت ڏکن جو حال ونڊايان
محرم راز نه ڪوئي دل جو هوت بنا هڪ دم نه سري تو
(3) قسمت ڪيڙم رڻ ۾ راهي، هڪ بر تر ٻيو واهه نه واهي
تيون سر بار بره جو باري، جيءُ جکي نت سور چري تو
(4) عشق اويڙ اتي اڇلي تو جت ٻيو حيلو ڪو نه هلي تو
دل درياهه محبت گهمرو ڪن تنهين ڪون ڪو نه وري تو
(5) فيضل فرق چڏي تي فاني باقي باالله سر سبحاني
چو تو مفت ڪپائين جيئڙو قلم لکيو سو ڪين ٽري تو

## ڪافي سر ضلو نمبر 151

شرڪ شبهہ سڀ وهم وڃائي، ثابت ڪر سرلا الله
(1) بي تي وارو ورق وساري، الف پڙهي چئو احد الله
(2) هڪ بنا ٻيو ڪونهي ڪوئي، هر طرفين هڪ هو الله
(3) جت ڪت جلوو راز ربوبي، سمجهہ صحي ڪر وجهہ الله
(4) دو جڳ سارو نينهن نظارو ڪونهي ٻيو ڪو غير الله
(5) حال حقيقي ڪير پروڙي، پنهنجو پاڻ عليم الله
(6) فيضل فاني فرض فنا ۾ باقي سر سبحان الله

## ڪافي سر ضلو نمبر 152

عشق سندو آزار جنهين ڪي، پڇو تنهين ڪان پير پري
(1) ٻاجهون حضرت عشق حقيقي، جهنگل ۾ جيئن ڏور ڦري
(2) جنهن جي دل ڪي عشق جيئاريو موتي موران سو نہ مري
(3) عشق اصل اسرار الاهي، ڪنهن ڪان تنهنجي صفت ڪري
(4) اول عشق انهي ڪي لڳڙو آيو تان هت قرب ڪري
(5) ڪنز خفي ڪان خيال اٿاري، ظاهر ڪيڙس نينهن ذريعي
(6) فيضل سوئي سون صفا ٿيو جوئي آيو عشق اري

## ڪافي سر ضلو نمبر 153

بيرنگ بازي يار بنائي، سير حسن جو سمجهي ڪير
(1) سالڪ ٻاجهون ڪير سڃاڻي، حال حقيقت بشري پير
(2) آئيني ۾ صورت پنهنجي، پاڻ پسن پيا دنگ دلير
(3) سوئي سڏ سوئي سو پرلا، سمجهڻ سخت سخن جو ڦير
(4) عشق اتي ٿو رمز رلائي، جاتي ڪنهن جو اير نہ پير
(5) فيضل باقي بحر بقاءَ ۾ رهن مداهي مرد متير

## کافي روپ پهاڙي نمبر 154 ڪلواڙو

پرين پيشواءِ ميڏا هادي همراھ آيا، هادي همراھ آيا، رهبر رڪيل شاھ آيا
(1) شهر فتحپور وچ ميڏا جاني، جتان روز رحمت وسندا، راز رباني شان شهانا
جهندا شاهين داتا شاھ آيا، پرين پيشوا ميڏا
(2) تازي رونق سدا شاد هو وئي، دائم بلند مسند گادي آباد هو وئي
سفينت صوفيندا سارا، مالڪ بن ملاح آيا
(3) جتي ڪتي جانب تيڏا نعرا، عرش فرش تي عالم سارا
ملائڪ منادي ڏيندي، منور چو ماه آيا
(4) هر مظهر وچ وسدا پيارا، سمجھ ڳڌو سي هي سر سارا
فرق نہ فيضل تلدا، آدم بن الله آيا

## کافي روپ پهاڙي نمبر 155 ڪلواڙو

غيبون ظهورا ڪرڪي عرب اڳوان آيا، عربي اڳوان آيا عالم دا ضمان آيا
(1) اولا ڪر ڪر آيا وچ عرب دي، عالم سارا پيا وچ طرب دي
ڪرن رقص حوران پريان، شافي دو جهان آيا
(2) عرب عجب وچ ساري ولايت، جلوا ڪيتا بحر بي نهايت
تيا شور غوغا شاهي، نظر بي نشان آيا
(3) بيچوني وچ وچ چون بن آيا، بيرنگي رنگان رنگ سمايان
گوناگون صورت ماهي، عجب لامڪان آيا
(4) درياه وحدت ڪون پلينداء ساري چلت هي آپ چلينداء
قسم حق نبي خود فيضل، سارا سر عيان آيا

## کافي سر پهاڙي نمبر 156 ڏاڏرو

مادر مون نہ جهليو مٺي ڪي ڪين پليو ويو تم ٻاڻ هٽي، دلڙي دوست لٽي
(1) هر هر حملا ڪري آٽي منجھ اري، ويو تم ٻاڻ هٽي، بحري باز جهٽي
(2) وجهي ونگ ويم، ڏاڍو پيچ پيم، جانب جي ويو جڙي ڪٺن ڪين ڇٽي
(3) ابرو ڪشي ڪمان، مزگان تير سوان، ويو تم سيف هٽي، سيني منجھ سٽي
(4) پڪي عشق پيم، فيضل فرق ويم، ويو تم هوت هٽي، ٻاٽن ساڻ ٻٽي

## ڪافي سر پهاڙي نمبر 157 ڏاڏرو

تڳي تـوڙ سـيـتـم ٻـي سـي ٻـوڙ سـتـيـم
نـيـنـهـن نـهـوڙ سـتـيـم ڪـر ڪـي درد ڏڙي
(1) پُر ڪر جام پـيـتـم، مـئـي مـخـمـور ڪـيـتـم
دلـڙي سـمـجـهـه سـيـتـم، جـانـب نـال جـڙي
(2) دلـڙي دوڙ ڪـيـتـم، ويـجـهـي ووڙ ڪـيـتـم
زلـفـيـن پـوڙ ڪـيـتـم، ڪـاڪـل قـيـد ڪـڙي
(3) آيـا عشق جـڏان، ڳـئـي سـي غـيـر تـڏان
هـر شـئـي صـاف سـڏان، اڪـيـان ڳـيـم اڙي
(4) سـيـنـا صـاف تـيـا، فـيـضـل فـرق ڳـيـا
ڪـيـا وڃ ڪـيـا تـي پـيـا، جـل ڳـئـي مـن ڪـي مـڙي

## ڪافي سر پهاڙي نمبر 185 ڏاڏرو

عشق اسان ڪي ڪـيـو مستانا، ڪـيـو مـسـتـانـا، مـن ديـوانـا
(1) روئيندي پٽيندي رات لنگهايم، ڪانڌ پرينءَ جي سِي سور سهايو
اتـي پـو اسـر جـي تـو پـڙهـان سـبـحـانـا
(2) ڪانڌ پوي تي ڪل مون ڪي ڪائي، چمي ڪنيم سر تي سور سيوئي
عشق اندر منجهه ڪيم آستانا، عشق اسان ڪي ڪـيـو مستانا
(3) نئون هي نيا پو نينهن پڄايم، عشق اندر منجهه الانبو لايم
برهه ٻڌايم ايهي باستانا، عشق اسان ڪي ڪـيـو مستانا
(4) فيضل ساءِ صنم سدائين، ٻيو هڪ تر جو پول نه پائين
ويا تـه سيئي ٻيا ڪوڙا افسانا، عشق اسان ڪي ڪـيـو مستانا

### ڪافي سر پهاڙي نمبر 159 ٺٺڪو

عشق جي اسرار جي، آهي نہ ڪنهن کي خبر
سرنا بيچون بيرنگ بيسر انهون بحر
(1) سر نا سودو مهانگو برهہ جي بازار ۾
سر ڏيئي سورهيہ لهن ٿا، سير سارو سربسر
(2) عشق التي چال چوري، هلڻ منجهہ هر دي خفي
ڪين سمجهڻ ڪين جاڻڻ ڪينڪي اندر نظر
(3) موتو قبل ان تموت صاف سرقي جن چکي، جلن ڪامن سي هميشان
سوز مون سيني اندر، عشق جي اسرار جي آهي نہ ڪنهن کي خبر
(4) عشق آفت فهم فيضل، ڪي نہ ڪا اهڙي بلا، روز شب
ڪائي هڏن جو ماس ڪوري منجهہ صدر

### ڪافي سر پهاڙي نمبر 160 ٺٺڪو

ڏسو عشق جو بياض نڪو آخر نئي آغاز
نڪر درد نئين وظائف سارو ئي سر رمز راز
(1) نڪو آدم، نئي حوا، نڪو نوح، ماسوا، نڪو آب بي انداز
(2) نڪو ابراهيم خليل، نڪو ذبح اسماعيل، نڪو خواب جان گداز
(3) نڪو موسيٰ ني هارون، نڪو فوج تي فرعون، نڪو طور تجلا ساز
(4) نڪو دائود تي فصيح، نڪو عيسيٰ ني مسيح، نڪو غير تي غماز
(5) اصل احد في الدارين، نڪو ڪوس امامين سختيون سور نسنگ ناز
(6) نڪو دار ني منصور، نڪو فيضل في الحضور، ٻولي تو خود بي نياز

### ڪافي سر پهاڙي 161 ٺٺڪو

بيرنگ برهہ جو بيان، ڏيئي ترڪ ڏس تمام
گوناگون بي نمون چون چگون هل هگام
(1) ڪتي درد فراق دور، ڪتي محو منجهہ حضور، ڪتي منتظر انجام
(2) ڪتي بتڪده خراب، ڪتي شيشہ پُر شراب، ڪتي مست مئي مُدام
(3) ڪتي ناز بر سرير، ڪتي قيد بند اسير، ڪتي ميت منجهہ مقام
(4) ڪتي پير پيشوا، ڪتي فيضل سر فدا، ڪتي شاهہ ڪتي غلام

## ڪافي سر پهاڙي نمبر 162 ٽئڪو

عجب عشق شهنشاهه، نڪو اجرني گناهه
(1) نڪو غير درجهان، نڪو سير لامڪان، نڪو نارني جنان
نسنگ نينهن جي نگاهه
(2) نڪو شرق ني غروب، ني شمال ني جنوب،
نڪو زشت رون خوب، نڪا فوج ني سپاه
(3) نڪو قتل ڪربلا، نڪو يوم جرجلا،نه ڪو تڪيه پرجهلا
(4) نڪو پشت ني پناهه نڪو جام ني شراب
نڪو مست ني خراب، نڪو سيخ ني ڪباب، نڪو آج ني صباح
(5) نڪو خفت خيز خواب، نڪو عيش ريش ناب
ساروئي سير جوش تاب، فيضل صاف سرگواهه

## ڪافي سر پهاڙي 163 ٽئڪو

نسنگ نينهن ٿيو نواب، نڪو سوال ني جواب
(1) نڪو صوم ني صلات، نڪو حج ني زڪات
نڪو موت ني ممات، نڪو حد ني حساب
(2) نڪو دير ني ڪنشت، نڪو خوف سرگزشت
نڪا حورني بهشت، نڪو حرف ني حجاب
(3) نڪو دين من هبات، نڪو طرف ششجهات
نڪا ترز طلسمات، رهيو آب جز حباب
(4) نڪو ڪشف ني قبور، سالڪ سمجهه سر ضرور
فيضل نور خود حضور، آيو عشق جو خطاب

## ڪافي سر پهاڙي نمبر 164 تن تار

رسي وچ نہ راڻا، ايڏا ڪر نہ ماڻا
ٿولئہ سهڻل سائين، ماندي مفت مري ٿي
(1) ويڙم ورهہ وڪوڙي، وڌم نينهن نهوڙي
جادو هيو جوڙي، ساعت ڪين سري ٿي
(2) مومل وچاري ٻر ۾، ويٺي پڪاري پر ۾
ڏاڍي لهر بحر ۾، ٻُڏنبي جيئن تري ٿي
(3) چوري نيڻ نهاري، دلڙي ويم ڏتاري
موٽي آءُ اوتاري، دلبر دم نہ پري ٿي
(4) فيضل ڪري فراق، ڪيڙيم عشق اداسڻ
پنهنجي پرين ڪارڻ، ويٺي سور چري ٿي

## ڪافي سر پيلو نمبر 165 ڪلواڙو

سي سي رنگ بن آيا، بشري گونگٽ پايا، ذاتي ويس مٽايا، وہ وا دلبر آيا
(1) رازن هاني رنگ هزارين نوين نوين نينهن لکايا وہ وا، عالم سارا اسير ڪتوسي
دلبر پيت بتايا وہ واہ، هير ماهي نوصحي سجاتا، ڪاٿ سري سڪ پايا
(2) ادرنو احمد آپ بن آکي بيرنگي رنگ لايا وہ وا، ذات صفلت رلاڪي ڏونهين
آدم بن ڪر آيا وہ وا، عبديت ڪا ما رنفارا، قادر قرب ڇپايا
(3) آب سجن معشوق سٽلڪي علشق قتل ڪرايا وہ وا، صولي اتي منصور ڏٺوسي
شمسل ڪل ڪلايا وہ وا، عشق زليخان مدهوش ڪتا، يوسف ملهہ چڪايا
(4) بر بحر بازار ڏٺوسي سي رنگ سمايا وہ وا، باغ چمن وچ انت بهاران
بلبل شور مچايا وہ وا، فيضل سارا سر ڏٺوسي، جانب پول پلايا

## ڪافي سر پيلو نمبر 166 ڪلواڙو

لاتم لوڪ لاڳاپي، چاتم سر تي سهاپي، وُٺڙي مينهن ميلاپي
(1) بارش باران وقت بهاران سي سي رنگ ڪُلينلي وه وا. حسن حقيقي تار متداران
ول ول جهلڪي ڏينلي وه وا. باغ چمن وچ گل گلزاري بلبل مول نہ ٻراپي
(2) لئي لاٺي سپ ڳُنڪي چائي ڪرڙ ڪنديري ڦتي، سڪ سهجون پيا ڪر
للڪاري ڏينهن ڏڪاندي ڪتي، آيا وقت وصل دانيڙي، ڏتڙ منيہ نياپي
(3) ڪنگڻ ڪڙيان هار هسي، اڄ سپ سينگار سهيندا وه وا.
عاشق دي گهر آپي آيا، دل من مهيندا وه وا. جلو نماڪر عشوري غمري ڏينلا يار ڏوراپي
(4) زلف دراز مخمر روخ تي نانگ وراڻي ڪالي وه وا. ابرو تير ڪمان ست مڙگان
پار لنگهيندا پالي وه وا. نازين نال مريندا فيضل عين سموندا آپي

## ڪافي سر پيلو نمبر 167 ڪلواڙو

ڪنهن ڪون پيت نہ ڏيان، ڏڪڙئين نال نيسان، اپنا ملڪ مٽيسان
(1) ملڪ اسيڏا تخت هزارا، اٺ وٽ قسمت آندا وه وا. چلڪ فراق وطن
دي ڏاڍي منڙا ٿيا ول ماندا وه. عشق الانبا لاڪر سارا. جهنگ سيال سڙيسان
(2) چلڪ پلڪ دا ويڪہ تماشا، رانجهن ڪيا رنگ لايا وه وا. مرغ هوائي اپيسر دا
قسمت آن ڦسايا وه وا. پن ڪر ڪوٽ ڪفر دا سارا. ڪلمان پلڪ پڙهيان
(3) دستون دلبر دي پريتہ پيالا، آب حياتي وه وا. وچ آئيني دل دي پاتم
جهاتي دي وچ جهاتي وه وا. رخ ماهي دا ويڪہ رنگينا ڪعبا قلب بٹيان
(4) جامان جسمي پلڪر آپي، رانجهن چلڪ سڏايا وه وا رنگپور دي وچ
نور نظارا برهہ بهاري لايا وه وا. گل ڦل ٿئي گلزاري ساري، چوند واس وتيسان
(5) جهگ مگ جهيڙي ڪوڙا اجائي قلبون غير ڪديحي وه وا. منهن محراب
صنم دا سارا. جاهي جڳ ڏڪيجي وه وا. دير دواري مسجد منبر فيضل صف سڏيسان

## ڪافي سر پيلو نمبر 168 ڪلواڙو

محبت مچ مچايا، عشق الانبا لايا، درشن دوست وڪايا
(1) دستون پير مغان دي پر ڪر پيالا مست پيتوسي وه وا
رخ ماهي دا ويڪ نگينا اڪبر حج ڪتوسي وه وا
جلوا تاب جمال ضمدا، هستي هوش گوايا
(2) بيحد بار بره دا باري، حملا ڪر سر آيا وه وا
فوج عقل دي ڀن ڪري ساري ذات ظهور لايا وه وا
نئين نئين ناز حسن دلبر دي، سر تي اڏم اٺايا
(3) اونهان بحر عميق الاهي، عاشق ترن اياري وه وا
سڻ آواز پڪارا لستي دم دم مان نعري وه وا
حب حقيقي غلبا ڪرڪي، سارا جسم جلايا
(4) هر مظهر وچ يار يگانا آپي ٻن ڪر آيا
ملڪ فلڪ وچ شور شهانا هوڪا عشق هلايا وه وا
ڀن ڪر ڀلا غير دوي دوا، سالڪ عين سڏايا
(5) بات بره دي ڪون پڇاني ٻاجهون فهم فنا دي وه وا
عشق اويڙ گهتياني فيضل وچ درياه بقادي، عاشق غوطا مار اتانهي
خود معشوق سمايا، درسن دوست وڪايا

## ڪافي روپ سهڻي نمبر 169 ڪلواڙو

عشق اسانوي وي يارو، قيريدار قرايا
(1) نال مرلي دي منڌ چلاڳيا ميان، تن من طلب تپايا
(2) لاوڻ سيني هوش ڳيو سي ميان، ٿان ٿان نينهن نچايا
(3) در در مينو عشق گهمايا ميان، هر رنگ وچ سمايا
(4) آپيئي اپنا سهڻل سائين ميان، فيضل نام سڏايا

## ڪافي روپ سهڻي نمبر 170 ٺٺڪو

ڪنهن نون آک سڻاوان ڪيوين، دلبر ديان اي
ڳالهين ناز غمازين واليان
(1) گفتن رفتن چال عجائب وه وا خواب خصاليان
سير صنم دي سوز ڪنون، دل حيرت وچ حواليان
(2) ول ول اوندا ڏيندا زوري، بيحد برهه بهاليان
نوڪ نيڻان دي نال مريندا، دل وچ خوب دو ناليان
(3) رخ تون لاهه نقاب نهايت، ڏيندا يار ڏڪاليان
تاب حسن دي تيڪ جلايم، خطري خام خياليان
(4) پير يمغان بن پر پر ڏيندا، وحدت جام وصاليان
فيضل هستي هوش گوايم، پيالي ڪيف ڪلاليان

## ڪافي روپ سهڻي نمبر 171 ڪلواڙو

سي سي طعني سختيان عاشق چم اکين سر چاوندا
چم اکين سر چاوندا تجلا طور جلاوندا
(1) عاشق اصلون مول نه هٽڪي، جوئي سر تي آوندا
رمز رضا تي راضي هوڪي، شمسل کل ڪلاوندا
(2) اولاکر منصور عجائب، هوڪا عشق هُلاوندا
سر سولي تي پڪڙ چڙهاڪي، اناالحق آپ الاوندا
(3) جلوي ناز غماز ڪر جانا، قهري قس ڪماوندا
شاهه حسين عه وچون ڪر بلدي، سهجون ڪنڌ ڪپاوندا
(4) سر صوفي دا نيزي اوپر، شهر بشهر گهماوندا
عشق بنا پيا ڪون اٿان، سر سختي آپ سهاوندا
(5) فتحپور وچ پير مغان بن، پيالي مست پلاوندا
فيضل عشق اڙاهه وچون، خود سوئي سر سماوندا

## ڪافي روپ سهڻي نمبر 172 ڏاڏرو

پير يمغان پسايم روضو رسول عہ جو روضو رسول عہ جو عُشوو اصول جو

(1) شوقون شمال ٻاري، پاتم پري نهاري، منجهہ عرش ساري، غوغو رسول عہ جو

(2) چوڌار گل چمن ۾، بر بحر انجمن، ساري زمين زمن ۾، غلبو رسول جو

(3) حوران پريون ملائڪ، جن انس سڀ خلائق، حيران حسن شائق تابع رسول عہ جو

(4) پائي دروني جهاتي، صورت ڏٺم صفاتي، آهي ظهور ذاتي، تجلو رسول عہ جو

(5) فيضل نہ فرق ترجو احمد احد سوئي سو ڪونو مڪلن سارو جلوو رسول عہ جو

## ڪافي روپ سهڻي نمبر 173 ڪلواڙو

بيحد بار برهہ دا باري، برسر عشق اٿيندا آن

برسر عشق اٿيندا آن، مست ٿريندا وچ ميدان

(1) اصلون اوندا عشق اويڙا، سر عُشقان چا سامان

طرحين طرحين درد غماندي، بار هزار نہ بات بيان

(2) سي سي سختيان طعني ٺُنڪي، برهہ بچيندا بي پايان

ويڪ عشاق نہ هٽڪن هرگز سهجون ڪر دي سر قربان

(3) جلوا جوڙ جمال حسن دا، ناز ترازين نال نران

هر هر حملا ڪر سر عاشق، چُست چليندا سيف سنسان

(4) مار جوا خود يار وڪيندا، وحدت والا ملڪ مڪان

پن پولي وهم دوئي دي، آپ سموندا عين عيان

(5) فيضل فرض فنا وچ فاني، باقي بالله سر سبحان

بحر برهہ دا اونت نہ ڪوئي، دلڙي حيرت وچ حيران

## ڪافي روپ سهڻي نمبر 174 ڪلواڙو

عشق چوي تو اصلون مون کي، دست نہ لائج پُرجهي پاڻ
دست نہ لائج پُرجهي پاڻ، جنجل ۾ پوندين پڪ ڇاڻ
(1) عشق اصل کون يار اڙانگو سر جو ترس رکي نا سانگو
وير ڪثير ترو نا تانگهو ڪنڌي پاند نہ سر مهراڻ
(2) جنهن گهر آيو عشق اوڀڙو جلوو جنگي لائي جهيڙو
سر تنهين جي سورن ميڙو سالک سوئي سمجهہ سڄاڻ
(3) ڪڏهن عاشق جي کل ڪلائي، ڪڏهن سوري تي سر لڙڪائي
ڪڏهن ڪربل ۾ گهوٽ کهائي، ڪڏهي نيزي تي سر گردان
(4) فيضل تر جو فرق نہ ڄاڻي، عشق اهو تي سمجهہ سڄاڻي
منصوري جو منصب ماڻي، سوري سيج سنڌ ڏک ڏاڻ

## ڪافي سر سهڻي نمبر 175 ڪلواڙو

گشاقين دي پهلي پوڙي، سربردار سلاوڻ هي
سربردار سلاوڻ هي، جيتيئي مر جاوڻ هي
(1) نال خيال نفسي دي اول، محبت مينهن وساوڻ هي
آخر غوطا مار اٿانهين، سوئي آپ سماوڻ هي
(2) عشق دي الٽي چال عجائب، علوي راز الاوڻ هي
جلجل جوش خروش اندر وچ، ٻاهر سر نہ سڻاوڻ هي
(3) ترک طمع سر بار تمامي، چاهون چمکر چاوڻ هي
طعني تنکي مونجهہ ملامت، سول سيني سک پاوڻ هي
(4) پير مغان دي ٻاجهون مشڪل، ايهو حال پراوڻ هي
فتحپو روچ فيض فقردا، جارئا جوت جڳاون هي
(5) فيضل فهم فنا وچ هرگز حال حقيقي پاوڻ هي
بره بنا ٻيا کو نہ پڇاني، مئين مئين نال مٽاوڻ هي

## ڪافي سر سهڻي 176 ڪلواڙو

غيبون ذات ظهورا ڪر ڪي، جامان جسمي پايا هي
جامان جسمي پايا هي، سر انسان سڏايا هي
(1) آدم دا ڪر بول بهانا، بيرنگي رنگ لايا هي
هر مظهر وچ رمز رلا ڪر، گوناگون بنايا هي
(2) رونق روپي رنگ هزارين، گهر گهر لاڏ لُڏايا هي
ناتڪ نخري بيحد بازي، سئي سئي ڪيل ڪلايا هي
(3) رنگان رنگي پوش پهر خود، شاهي شور مچايا هي
نشونما ڪر راز نهاني، هر جا حڪم هلايا هي
(4) جلوا جوڙ جمال حسن دا، چئو ڪنڊ فوج چڙهايا هي
هر هر حملا ڪوسر عاشق، نازين نال نيايا هي
(5) سب صورت وچ عين الاهي، درسن عشق دکايا هي
فيضل فرق نهين هڪ تلدا، سارا آپ سمايا ها

## ڪافي سر سهڻي نمبر 177

سر سبحاني سمجهه نه هويا، نُڪتي ناز الاوڻ ڪيا
نڪتي ناز الاوڻ ڪيا، خرقا شيخي پاوڻ ڪيا
(1) محبت وچ مخمور نه هويا، رندي رسم بناوڻ ڪيا
عشق اڙاهه وچون ناجليا، غيرون جا جلاوڻ ڪيا
(2) علم اتي اعمال نه هويا، عالم نام ڏراوڻ ڪيا
وحدت والا ورق نه پڙهيا،بار ڪتابون چاوڻ ڪيا
(3) نفس پليت نهين سمجهايا، اورانون سمجهاوڻ ڪيا
آپي اپنا مئن نه منايا، پين ڪو مار مناوڻ ڪيا
(4) هستي هو وڃ دور نه ڪيتا، بسم بدن ڪهون لاوڻ ڪيا
حاضر منهن محبوب نه هويا، سجدي سيس گساوڻ ڪيا
(5) ورد وظائف قدرت ڪاني، ڪشف قلوب ڪماوڻ ڪيا
شوقون پاڪ شهيد نه هوايا، برهه بنا مرجاوڻ ڪيا
(6) سينا غيرون صاف نه ڪيتا، صوفي آپ سڏاوڻ ڪيا
حال حقي اثبات نه هويا، ثعابت اڪ سناوڻ ڪيا
(7) فيضل فاني هو وڃ ٻاجهون، زهر زڪر غم ڪاوڻ ڪيا
بن ديدار وصال صنمدي، ڪام دو ڪون پراوڻ ڪيا

### ڪافي روپ سورٺ نمبر 178 ڪلواڙو

اديون عشق بنا ٻيو ڪير، اچي هن پڙ ۾ ڳهري
(1) التي چالي باب بره جو الٿ سمائن شير، جيئن تا مرد مري
(2) سوري تي منصور ڏٺو سي، ڪيو عشق انڌير، چڪائي ذوق زري
(3) سي سي قاضي ڪول ڪتابان، ڪرن معنيٰ ڦير، نہ ڄاڻن مام وري
(4) لاهي فيضل سر جو سانگو اچن مرد متير، لنگهن تا ترڪ تري

### ڪافي روپ سورٺ نمبر 179 ڪلواڙو

لڳم عشق عجب اسرار، عقل ويو هوش هڄي
(1) عشق سڄڻ جي اڏم مچايو چمڪ حسن چوڏار، ويم هڪ تار وڃي
(2) مينهن محبت جو برهہ وسايو گل ڦل ٿيو گلزار، اديون سي سار سڄي
(3) ميخاني ۾ محب ڏٺو سي، عين انالاحق يار، خودي نئين نينهن ڪڄي
(4) فيضل سارو يار سمايو صوفي صاف ستار، ويم سي ٻول ٻڄي

### ڪافي روپ سورٺ نمبر 180 ڪلواڙو

دلڙي لٽيم دلدار مينجهون اسرار هي، سازڪري سينگار ويم دل يار ڪسي
(1) رمز ربوبي شور مچايو هر جاءِ حاضر ناظر آيو
عشق ٿيو اظهار حسن بازار پسي
(2) عشق اصل ڪون پاڻ وڃائڻ، نينهن نهايت توڙ نباهڻ
سوري تن سينگار، متئون جن دار سسي،
(3) انا احمد بلاميمي، ماذاغ البصر قرب قديمي
ڪلي ڪيائون ڪيڪار، وٺي هٿ يار چسي، دلڙي لٽيم دلدار
(4) فيضل تر جو فرق نہ پائين، پير مغان سوئي سهڻل سائين
وٺي ناهي وار، ويم ڪلتار وسي

## ڪافي روپ سورٺ نمبر 181 ڏيڊي

درد دلبر جي اديون، مُئي ڪي نهوڙي نينهن نيو
مچ مچائي ويو اندر ۾ عشق اولانبو ڪيو
(1) سيف لاسيني اندر ڪنهن جوش مون جانب هيو
رمز رڳ رڳ ۾ رليو سي، سڪ سمهڻ آرام ويو
(2) ورهه مئي ڪي ويو وڪوڙي، لاالله لونءِ لون چيو
ورق وحدت جو پڙهيو سي، الاالله اثبات ٿيو
(3) شمع شاهي ڪيو شعاع، اسباب اونده جو ويو
چوطرف چانڊاڻ ٿيو سي، حسن هي ها غام ڪيو
(4) صاف ٿي سارو سمنڊ جي، سير ۾ سالڪ پيو
فرق ويو فيضل سو الله، قطرو قلزم سان رليو

## ڪافي روپ سورٺ نمبر 182 ڏيڊي تار

حسن حملو سر عُشاقان، فوج فالم پوش پوش
تونس تن ۾ پي نه ڊرهاپن، سمنڊ سارو نوش نوش
(1) بار باري بيقراري، حال زاري در خروش
عشق آفت دست خنجر، رات ڏينهان ڪوش ڪوش
(2) درد دلبر سوز سرمر، خاص خلوت ۾ خموش
طلب توڙون عاشقن ڪي، بانگ ازلي گوش گوش
(3) رنج محنت گنج نعمت، مت مخموري انوش
سير صوفي سر سراسر، بحر وحدت جوش جوش
(4) بات بيهودي ڪرڻ، فيضل عشاقن جي نه روش
سمجهه سالڪ سر صفا حق، هو بهو ٿي هوش هوش

## ڪافي روپ سورٺ نمبر 183 ڏيڍي

مرغ هوائي اُيسر جو ڪيئن آئين هت هاڻ
(1) جاءِ نہ تنهنجي هن وطن ۾، آئين هت ڪهڙي ڪاڻ
(2) واڳان واري موٺ هتانهون، جاتي تو جيراڻ
(3) سو سر ساري ڪونجڙين جان، وسائيج وتاڻ
(4) ڪاٿي تنهنجو اصل آڪيرو پنهنجو پاڻ سڃاڻ
(5) فيضل پرجهي پاڻ سڃاتم، ڪري روح رهاڻ

## ڪافي روپ سورٺ نمبر 184 ڏيڍي

دل لٽي دلبر وري تا ڪانہ پاتئي جهاتڙي،
ساه سورن ۾ سڙي ويو ڪيئن ڪري جند ڦاتڙي
(1) طلب مون تارا ڳڻيندي تي لنگهيان راتڙي
نيم بسمل جان ڇڏي وئين خوش وهائي ڪاتڙي
(2) تير نوڪن جو لڳ ۾ توڙون تڪو جانب جڙي
جي جگر ڪون سولنگي پيو پار چيري چاتڙي
(3) ڏينهن ڏکن ۾ تي گذاريان، رات سورن ۾ سڙي
هجر سوهي حال ڪيڙم، هاءِ سوهيها تڙي
(4) دل نہ مونجهي تي اجهو بادل ڪيم برساتڙي
قرب مون قاصد پڄايم، سڪ سندي سوغاتڙي
(5) ڪالهہ ڪانگي خوش تواريو وصل جي لنئين لاتڙي
شب وڇوڙي جي وئي تي، پرهہ ڦٽي پرياتڙي
(6) پرجهہ فيضل پاڻ ۾ ٻولي ٻجهارت ٻاتڙي
مام محبت جي پروڙي، جوڙ ڪر جسماتڙي

## ڪافي روپ سورٺ نمبر 185 ڏيڍي

وهہ وڇوڙو هجر دلبر، خوش فراقي درد غم
جو وڇوڙو تو ڪري ميان، سو وصالون ٿئي نہ ڪم
(1) وصل مون بون هجر جي، هجرون وصالي دم بدم
رهہ چوڙي ۾ رضا تان، وصل ٿيئي ثابت قدم
(2) نامرادي بيخ شادي، قرب مطلوبي ڪرم
درد غم لاچارگي، چارو وصالي سر صنم
(3) خود فنائي محض شاهي، عين شائق ٿي عدم
ترڪ توڪل رسم رنديي، فڪر توحيدي فهم
(4) خون جيري جو هميشہ، خورش مردانو ختم
سور سختي رنج محبت، نوش دارون خوش هضم
(5) جام نوش: پُر خروشي، راز پوشي تن پرم
بيقراري چشم جاري، انتظاري سر اٿم
(6) عشق فيضل عاشقن جو توڙڪون دين ٿون ڌرم
جنگ هفتاد دو ملت، برهہ ٻاجهون سڀ وهم

## ڪافي روپ سورٺ 186 ڪلواڙو

لُٽي عقل جو اختيار، انا الحق يار چيو
(1) هر مظهر ۾ حق هڪوئي، هڪ بنا ٻيو ڪونهي ڪوئي
چو طرفين چوڌار، نسنگ نروار ٿيو
(2) هر شئي لائق سر سوري جي، چاڙهيون چاڙهي
ڪيتريون تنهن تي، مفتي جو وس وار، لڙهي لاچار ويو
(3) سالڪ سمجهن ذات ضروري، حال حڪايت دم منصوري
ماڻهن ليکي دار، تنهنجو سينگار هيو
(4) بات برهہ جي سخت اٺائي، سمجهڻ مشڪل وحدت وائي
سوئي گل گفتار، چوي ٿو پاڻ پيو
(5) فيضل جوئي پاڻ نہ ڄاڻي، سوئي پنهنجو پاڻ سڃاڻي
عشق سندو اسرار، پروڙي ڪير ٻيو

## ڪافي سر سورٺ نمبر 187

مــن ۾ مــچ ويــم ٻـاري، دلــربــا دلــربــا
(1) رمز هٽي تنهن تاب حسن سان، ويم سو ماري دلربا وه دلربا
(2) جان جسم جي سي رڳ رڳ لئون لئون، صنم تي ساري، دلربا وه دلربا
(3) حال هجر جي پل پل پورن، دل وڌم ڳاري، دلربا وه دلربا
(4) ميخ محبت جي جانب توڙان، هيم هاڪاري، دلربا وه دلربا
(5) آهنيل ازلي ڪان قضا جو ڪير وري تاري، دلربا وه دلربا
(6) فيضل اصلان برهه بحر ۾ وڌم سوپاري، دلربا وه دلربا

## ڪافي سر سورٺ نمبر 188

اڄي شوق مچايم شور، مرحبا، وه مرحبا
(1) جلوو جوڙي آيم جان، مارڻ لئہ مهجور مرحبا، وه مرحبا
(2) عشق الانبو دلبر دل ۾، لايم زوران زور مرحبا، وه مرحبا
(3) جيءُ جسي ۾ سوز پرينءُ جي، دردن لايم جهور مرحبا، وه مرحبا
(4) هستي هوڻ برهہ سيئي، پچي ڪيڙم پور مرحبا، وه مرحبا
(5) هر تورهين ٿيو پاڻ پسارو، ڪيم ذات ظهور مرحبا، وه مرحبا
(6) فيضل هي سر ساهہ صنم تون، گهوري ڪيڙمُ گهور مرحبا، وه مرحبا

## ڪافي روپ توڙي نمبر 190 ڏيڍي

جڏان پيتم ڪيف ڪلال ڪنون، جند ڇٽي ئي جواب سوال ڪنون
(1) موتو قبلا جڏان سبق پڙهيو سي، گرم حسن بازار ڏٺو سي
حيرت وچ حيران ٿيو سي، اهو جلوا ويک جمال ڪنون
(2) جتان هوش عقلدي جاءِ نہ ڪائي، عشق اتان ني رمز رلائي
رات ڏينهن دي پي نہ جاءِ اتان ئي، جتي اعلا مونجهہ ملال ڪنون
(3) عشق عجب اسرار وکايا، خوف رجا ڪنون لنگهہ سڏايا
بهشت دوزخ دا يي غرض نہ هويا، وچ واندا ٿيو سي وصال ڪنون
(4) جانب جڏان جيءُ وچ لڌو سي هوش ڪنون بيهوش ٿيو سي
فيضل سراسرار ڏٺو سي، ٿيا بالا بشير هر مثال ڪنون

## ڪافي روپ توڙي نمبر 191 ڏيڊي

ٻئي نيڻ ٻاجهارون ڪٺي يار ميان، لٽي دلڙي ويم دلدار ميان
(1) ٻئي نيڻ ٻاجهارون يار ڪٺي ويو تم ساڻ نهارڻ سيف هٺي
هي هي هوت مٺي جي وياڪين ڳٺي، رهندو برسر ڏئي ويا ٽيم بار ميان
(2) نازڪ نيڻ جي هي رمز چوان، ٿهري نازڪ شهه غمز چوان
ابرو سيف صنم مزگان تير سوان، سيني سانگ لنگهي ٿيا هوپار ميان
(3) ايها رمز عجائب چال چوان، رخ تي رونق رنگي خال چوان
ڏند مر واري لب لعل چوان، ٻيو تـہ من موهيم سينگار ميان
(4) فيضل فهم رکي ڏسي هي وهم ڇڏي، آيو آکيرو وانسان اڏي
نالو آدم پنهنجو پاڻ سڏي، ٿيو منجهہ برقي بشري اظهار ميان

## ڪافي روپ توڙي نمبر 192 ڏيڊي

آيا عشق اينس و روح عجب، دهڪا نال دمان دي وچ روح عجب
(1) تجلا تاب شعاع جيون رعد برق، مانجهي مست محبت وچ مستغرق
ويکو عبدا حد وچ ڪونہ فرق، سارا سير حسن دي آ سونهن عجب
(2) برسر شوق شهادت جائي هي، ڪوئي حال انهي دا نہ پائي هي
اڪبر جنگ اتي سر آئي هي، ڏيوڻ سر وچ تاهون تونہ عجب
(3) چاوڻ بار برهہ دا اوکا هي، موتوا قبل مرڻ ناسو ڪاهي
ڏيوڻ عين اناالحق هوکا هي، پاوڻ وچ وحدت دي جوهہ عجب
(4) فيضل رمزانهين وچ رهندي هون، سولي سيج اتي سر سهندي هون
دم دم قول قديمي ڪهندي هون، جيوين صولي اتي منصور عجب

## ڪافي روپ توڙي نمبر 193 ڏيڏي

منجهون قرب قديمي يار ميان، ڪٺي نيڻ مُئي ڏي نهار ميان
(1) ايڏي يار نہ گهرجي بي پرواهي، سڪ سوز وارن سان سينو ساهي
اچي محبت مُئي کي ڏي آگاهي، گهنڊ کول مٺون رخسار ميان
(2) تنهنجي ناز غماز نمائي بيحد، هٺي ماري مئي کي نينهن ڪيو اڌ
سواءِ يار اها نجي ٻي ڪا نہ رهي سڌ، تنهنجي نينهن ڪيم نروار ميان
(3) شب روز ايها سڪ سوز هڪو ناهي ساعت مئي کي جوش جهڪو
تارون تار اچي تو سر بار تڪو ناهي واند مُئي کي هڪ وار ميان
(4) فيضل رمز ربوبي راز عجب، رکيل پير مفان شهباز عجب
نئون نئون نينهن سجڻ جا هي ناز عجب، سوئي صورت سر اسرار ميان

## ڪافي روپ توڙ نمبر 194 ڏيڏي

پسي پار پرينءَ جي رت روندڙيان، دم دم خون جگر جو ڪانوندڙيان
(1) نہ ڪو مٽ مائٽ دل ڏير مون کي، اچي عشق ڪيو دلگير مون کي
هر هڪ سنڌ سنڌ ۾ سو سو چير مون کي، پوي هار ڏکن جو پاڻ وندڙيان
(2) لاهي لوڪ لاڳاپا مستان تيم، سر تيون سرپٽ پٽ خفگان تيم
دل دردن جا سامان تيم، اندر جڪ جڪ جسم جلان جلاوندڙيان
(3) سڪ سوز صنم همراه مون کي، بربيواهي گهر واه مون کي
ڏک ڏونگر ڏر منزل گاه مون کي، هيٺون سيج سورن جي وڃان وندڙيان
(4) ڪاتي سڪ سئي ڪاتي پاڻ پنهل ڪاتي پنڌ جيل ڪاتي سر فيضل
وه وا پير مفان هادي شاهہ رکيل ايهو رات ڏيهان ڳڻ ڳاوندڙيان

## ڪافي روپ توڙ نمبر 195 ڏيدي

اڄ پيِ اٽ بيگ انهي چڙدي ني، متان ڏار پنهل ڏنهہ ڪردي ني

(1) اٿي جاڳ تتبي بيداري ڪر، متان باغ گلينڊا وحيني چر

گهر جو ڏاگهي گهمدي پي هر هر، ٻڪي بان وڏي چڪ يردي ني

(2) چونڪيدار ڪڙا وين چان گئين ديہ رکين سرت سما لڪ لانگهين ري

سمجهي سوچ سخن تڙتا نگهين ديہ دشمن ڏير ڏنگي دلبر دي ني

(3) رنگا رنگ عجائب راز ڪهون، نئين نئين نيہ سجڻ دي ناز ڪهون

نازڪ نين ڏونهين شهباز ڪهون، ويکڻ نال سيتي دل ڦردي ني

(4) اکين نال اکيان دي اتڪا وڻ، باري بار برهہ دا سر چاوڻ

هيئي مشڪل سخت ثمر پاوڻ، ڪلي وضع ڪلور ڦهر دي ني

(5) لڳي باهہ بره دي جان جلي، سنيا سوز ڪنون شبر وڙپلي

فيضل عشق پيم آ پيش پلي، راتين ڏينهن اويڙ بحر دي ني

## ڪافي سر توڙي نمبر 196

آهيون ڏيهہ ڏکن جا مير اسان، سينو چاڪ جگر سوَ چير اسان

(1) ڪهڙي بات برهہ جي بيان ڪيان، چڪيا چاڪ اندر جا عيان ڪيان

سيني سي سي سيف سنان ميان، هٽي هوت ويو لک تير اسان

(2) سر تي درد غمن جا بار چوان، طعنا تنڪا لوڪ ميار چوان

نازڪ ناز پرينءَ جا ڏار چوان، نندين نار وهين نت نير اسان

(3) جلوا ناز حسن جا جال جنگي، تڪا تير بچائن زور زنگي

ٿهري ڪان پون هو پار لنگي، چيري هڏ چم ساهہ سرير اسان

(4) سڪ سوز فڪر جا مچ مچن، دل جيرا بڪيون روز پچن

سپ سور مڙيو گڙ تيا ﭘراچن، اهڙو حال ڪيو تقدير اسان

(5) فيضل فرق وڇائي فاني تي، چو تو مفت ڪپين ارماني تي

آهي قسم ايها جند جاني تي، ايئين فرمايو خود پير اسان

## ڪافي سر توڙي نمبر 197

محبت مارن جي مخمور ڪيم، سر تيون سور سيئي منظور ڪيم
(1) ايهي عيش عمر جا ڦهر ڇوان، ڪاٺا ڪاڄ سيئي زهر ڇوان
ذڪ ڏيهه مارن جا مهر ڇوان، سڪ سهج تڙي سڀ دور ڪيم
(2) ڪاتي ملڪ مارن جا ماڱ متا، ڪاتي قرب تنهن جا قول ڇتا
ڪاتي ديس عمر جا ويس ڦتا، آٽي ايرادي مجبور ڪيم
(3) يجي ڪوٽ عمر جي ماڱ مڙهيون، ڪنديس پرزا پرزا قيد ڪڙيون
وينديس تن ڏي جن سان جيءَ جڙيون، پل پل پورن دل ڇڪچور ڪيم
(4) لڳي باهه برهه جي ڪين ٺري، راتيان ڏيهان من ۾ مچ ٻري
لنگهي عرش الانبا پون پري، فيضل عشق اچي ته ظهور ڪيم

## ڪافي سر توڙي نمبر 198

جيڪا ٻانهين ٻار وچل جي ما، سينو تنهن سان ڪيئن ساهيندي سا
(1) ٻانهين گولي ٻانيڻ ٻيٺي مون، گهوريان گهور سدا سر ويئي مون
اهڙي چال ڏکن جي چيئي مون، ڪونهي خواب خوش: سڪ ساعت ڪا
(2) ڪاري نوڪ نيڻن جي يار ستي، ويڙم جيءَ جگر جند جان ڦتي
شوقون شال پرين مونڌهن منهن نه متي، سر تي سور سهايم سڀ تن جا
(3) ڦانفلو ڪيچ ڏٺن جو شال وري، ايندم ٻار ڪٿوري جا يري
پسي هوت پنهل پوندم هيانءَ ٺري، وسري ويندم هي سڀ ڏرت ڏوا
(4) ٻاريم عشق اندر اهڙو چست چڪو سر تيون ڪنهن دم تئي تو ڪين جهڪو
جهلي ڪير حسن جو تاب تڪو جاتي جبل تيو ڪوهه طور فنا
(5) فيضل فڪر فنا ۾ تي فاني، ڇڏي هوش عقل سڀ حيواني
جاچي جيءَ اندر ۾ ڏس جاني، ڪونهئي وار ٻيو هڪ يار سوا

## 199 كافي سر توڙي نمبر

ساڙي ساهہ صنم تنهنجي تاب وڌم، جلوي ناز حسن جي روح رڌم
(1) ويهي ڪنهن سان سور وراهيان مان، سرتيون ڪنهن کي حال ٻڌايان مان
محرم راز نڪو تي پائنيان مان، دل ۾ دردن جا طوما رسندم
(2) لڳو نوڪ نيڻن جو تير مون کي، اچي درد ڪيو دلگير مون کي
سي سي چاڪ اندر ۾ چير مون کي، سر تي سورن جا سامان ٻڌم
(3) جڏهن پيچ پرين مون سان پائي ويو جوڙي اڳ اندر منجهہ لائي ويو
نازڪ نازن سان تن تائي ويو توڙان تاب حسن جي ڏيل ڏڌم
(4) ڪنين ڪوڪ الستي ڪالهہ پيم، دل ڪان وسري ٻي سڀ ڳالهہ ويم
باقي من ۾ سوهڪ حال رهيم، سمجهي سر وحدت جو سبق وڌم
فيضل فرق چڏي ڍلي تراڪ اصل، تي تون بحر انهي ۾ غرق اصل
آهي مردن جو آهي مرڪ اصل، داروں درد سندو هيو ڪونہ لڌم

## 200 كافي سر توڙي نمبر

جلوا ناز حسن جا جوڙين تو عاشق بحر عدم ۾ بوڙين تو
(1) ڏيئي تاب شتابي تيرن کي، ٺاهي زابر دام زنجيرن کي
ڪارڻ شوق شڪار عشاقن جي، رختي زلف مخمخم چوڙين تو
(2) جهڙي رونق روش ڏسان تي مان، باقي بچندو ڪونہ عشاقن کان
ڪولي چشم ٻئي ڪنهن چاهہ منجهان، گشي ڪان صدر ۾ گوڙين تو
(3) گاهي پردا پوش نقاب ڪرين، گاهي ظاهر ذوق ظهور ڦرين
مارڻ مشتاقن ريءَ ڪين ترين، سهجون خاص خليل مروڙين تو
(4) گاهي ڪوڪ ڪلن جي ڪانہ ٻڌين، گاهي مهر منجهاران پاڻ سڏين
اهڙي راز عجائب لوڌ لڏين، نئين نئين نازن سان نهوڙين تو
(5) تنهنجا ڳڻ ويهي ڪهڙا ڳايان مان، پنهنجو پاڻ نتي ڪجهہ پائنيان مان
ڪهڙي ڳالهہ ڪنديس چا آهيان مان، پنهنجو پاڻ ٽڳا سڀ ٽوڙين تو
(6) فيضل ڪير سواسر سبحاني، ڪونهئي ريءَ تنهنجي هيو ڪو جاني
آهين هر ترهين تون لاثاني، پنهنجو پر ۾ پاڻ پروڙين تو

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 201 ڪلواڙو

جانب هٽي ويم جيءَ ۾، ظالم ڦهري ڏنگ وويار
(1) چوريس مرلي منڊ جي، سوز ڀريو هي چنگ وويار
(2) رمزن واري راز سان، وجهي ويڙم ونگ وويار
(3) رليو اسان جوي روح ۾، رمزن وارو رنگ وويار
(4) فيضل باب بنديءَ جي، قلم لکيو هو انگ وويار

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 202 ڪلواڙو

سرتيون ڪا سڌ نہ پوي ٿي، ورهہ ڪيم وهلور
(1) سنجهي ساٿ ڪٽي ويا، صبح سنيريم سوري
(2) سرتيون هن هيٽيءَ سان، ڪيچي ڪري ويا ڪلور
(3) ڀينر هن ڀنيور ۾، دم نہ رهنديس مور
(4) فيضل سوز سڄڻ جي، دلڙي ڪيم چڪچور

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 203 ڪلواڙو

سرتيون هوت ڀروچ لئہ، نيڻنوهن ٿا نير
(1) سک سمهڻ سپ زهر ٿيو دلڙي ٿيم دلگير
(2) جيڏيون جيءَ اندر ۾، ڏاڍي اٿم اڪير
(3) هر هر ٿي هنجون هاريان، ڪيچن ڪاڻ فقير
(4) فيضل پار پريڻ جي، لڳيم ڏاڍي هير

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 204 ڪلواڙو

سالڪ سمجھه پنهور ۾ خود ڪيچ ڏٺي هت آيو
(1) جامون پائي جسماتيءَ جو تنهن عربي نام ڌرايو
جلوو تيو خود ظاهر ذاتي، دلبر ڌم مچايو
(2) هر هر رنگ ۾ صاف صنم، خود پاڻ پنهل فرمايو
سالڪ پرجهي سمجھه سو الله، رمز حقيقي رايو
(3) ڪڏان تہ غوث قطب قلندر، ڪڏان تنهن تلڪ لڳايو
ڪڏان تہ مسجد درس مقدس، ڪڏان وري سور سوايو
(4) ڪڏان تہ باطن تي تنهن ظاهر هر جا حڪم هلايو
ڪڏان تہ فيضل فڪر فنا ۾، سوئي سر سمايو

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 205 ڪلواڙو

پينر پج پنهور ڪون، رس ڪيچن ڪي وڃي ڪاهي
(1) رند وٺي وڃ پير پنهل جو، دم قدم وڌائي
ڏک ڏسي پوءِ هٽ نہ هرگز ڪافن ۾ پئو ڪاهي
(2) سمجھه سويل اٿي ڪو سميو سندرو سورن جو ٻڌ ساهي
سر تيون نند نياڳ نسورو ور وڇوڙو آهي
(3) ڪشي ٻڌ قدم خود ڪانبو سر جو سانگو لاهي
جن رکيو سر صاف تري تي، پوءِ ڪيچ ڪشالو چاهي
(4) فُذُ ڪُرنُي اذڪرڪم، هي قول ڪيچن جو آهي
فيضل تم اتي اعتباري، ايندم پاڻ پنهل هت ڪاهي.

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 206 ڪلواڙو

اچي تن من اندر تار لڳي، مولا مشڪ عطر هٻڪار لڳي
(1) صوم صلات سپ ويم وسري، رڳ رڳ منجھه اسرار لڳي
(2) مو تو قبلال مام ڏٺو سي، گرم حسن بازار لڳي
(3) چون منجهون بيچون سمايو چمڪ حسن چوڌار لڳي
(4) فيضل سارو سر ڏٺو سي، بيحد برهه بهار لڳي

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 207 ڪلواڙو

کهڙي خبر ڪيان پنهنجي ڏيرن جي، هي هي واٽ وندر جي ويرن جي
(1) رات مُٺيءَ سان فريب ڪري ويا، خبر نہ هيم ڦند ڦيرن جي
(2) ڪنهن سان ڪيان ميان حال ڏکن جو گهٽ جبل جي گهيرن جي
(3) آءَ مل مُٺيءَ سان پاڻ پرين تون، هيءَ تہ جُتي تنهنجي پيرن جي
(4) ننگ اصل ڪون، يار اوهان ڪي، مندن ائون پنهنجي ميرن جي
(5) يار فيضل سان هيءَ نہ مناسب، هوت پيچڻ پنهنجي پيرن جي

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 208 ڏاڏرو

عشق ڏکاريم اڄ ميان، دردن جا دونهان
(1) عشق اڇي ڪيم اوچتي، سورن جا سونهان
(2) سڀ سهايم سر تي، لڪن جون لوهان
(3) سرتيون پير پنهل جو پائي ڏٺم جوهان
(4) فرق نہ فيضل وار جو ساجن ساموهان

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 209 ڏاڏرو

اونهين بحر عميق جو سڏڙين ڪي نہ سماءَ
(1) ڪسڻ پاجهون ڪينڪي هي سر گهوريون آءَ

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 210 ڏاڏرو

آيو صورت آدمي، سوئي سر سبحان
(1) ڪاٿي آدم ڪاٿي حوا ميان، نوح ڪٿي طوفان
(2) ڪاٿي ابراهيم خليل ميان، باهہ ڪٿي بوستان
(3) ڪاٿي موسيٰ ميان ڪاٿي فرعون، طور ڪٿي تابان
(4) ڪاٿي دائود ميان ڪاٿي مسيحا، ڪاٿي خوش الحسان
(5) اصلون احمد احد سمايو ميم منجهون پنهان
(6) پاڻ تو ڏاهي ميان پاڻ تو ٿاهي، پاڻ وسم ويران
(7) فيضل پنهنجو ميان پاڻ تو ڄاڻي، عبد نڪوا انسان

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 211 ڏاڏرو

جيڏيون مُئي جي جيءَ ۾، چاڪ چڪي تيا چاڪ

(1) سرتيون درد فراق ۾، دلڙي ڦٽي تيم ڦاڪ

(2) آٽي جيءَ اندر ۾، عشق ڪيم اوطاق

(3) سرتيون سوز سڄڻ جي، خاڪي تن ڪيو خاڪ

(4) هر جاءِ حسن ها غام ڪيو، عرش زمين افلاڪ

(5) فيضل هوت ٻروچ جي، جت ڪت پيئي آهاڪ

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 212 ڏاڏرو

سرتيون ڏير ڏيئي ويا، من اندر ماتام

(1) شُرب اڪل سڀ زهر ٿيو، نيهن نيم آرام

(2) سمهڻ ويهڻ وه ٿيو، نيڻن ننڊ حرام

(3) ڏونگر ڏورڻ ڏوجهرو، پانئيان عين انعام

(4) فيضل آيم اوچتي، سر تي سخت ڪمام

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 213 ڏاڏرو

هي هي هوت هلي ويا، رات ڪٽي سامان

(1) صبح ساريم سور سان، ڪل پيم ٻي ڪان

(2) ڇوريءَ ڪي تي چپر ۾، ڏک ڏيئي ويا ڏان

(3) وندر جي تي وٽن ۾، ڏوڙي لهنديس مان

(4) فيضل هوت بلوچ تون، هي سر ڪيم قربان

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 214 ڏاڏرو

سرتيون هوت بلوچ تون، سڀ گهوريان مڏي مال

(1) ڏار پريان ڙي جيڏيون، هڪ ساعت پانئيان سال

(2) جيڏيون ريءَ پرينءَ، هت جيئڻ آهه جنجال

(3) ڏيئي باهه ڀنيور ڪي، مان ويندس بالون بال

(4) ڪڏهن ايندم ڪيچ ڏني، نت فيضل وجهان فال

### ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 215 ڏاڏرو

ولهيءَ جي تہ وٿاڻ تي، ھٿ اچن موٽي

(1) اڄ پڻ ايندم ڪيچ ڏنهن، اٺ ڪٺي اوٺي

(2) سٺي تي سڏڙا ڪري، چڙهي جبل چوٽي

(3) اصلون هئي اوهان جي، ڪري توڙي ڪوٽي

(4) ٻينر جاٽي توڙي نا، ويندس ريءَ ڪوٺي

(5) فيضل فڪر فنا ۾، هيءَ ڪتي ڦوٽي

### ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 216 ڏاڏرو

سرتيون ڏونگر ڏاج ۾، ڏير ويم ڏيئي

(1) چڙهي ڏاڍي ڏونگرين، ڪوڪ ڪيم ڪيئي

(2) لڪن جي لڙگهات ۾، رات اچي پيئي

(3) پاتم پير پريڻ جو رند منجهون ريئي

(4) ڏونگر ڏورڻ ڏوجهرو، سيج سندم سيئي

(5) فيضل ڪيچون ڪاڙٽي، ايندم آچيئي

### ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 217 ڏاڏرو

رهہ ڪا مُئي وٽ رات ميان، رسڻ جي ڇڏ ريت

(1) جوئي چاهين سو ڪرين، ناهي ٻي ڪا نيت

(2) اوجو ٻڌءِ ٻول ميان، پاڙج پاڻ پريت

(3) توري جاٽان ڪينڪي، جبل ۾ ڪو جيت

(4) فيضل جامي جا بجا، سارو ملڪ مسيت

## کافي روپ ڪوهياري نمبر 218 ايضن

ڏسي ميرنهن مُئي جي، موٽي محب نه وڃ
( 1) اصلون باب بنديءَ جي، انگ لکي هئي اڄ
( 2) پاهڻ پانئيان پالڪي، ساٿي ٿيڙم سڄ
( 3) پٽر وڌءِ پاڻهين، ڏيئي سورن ڄُڃ
( 4) مُٺي سندي ماڳ تي، پيرو هوت نه ٻيڄ
( 5) فيضل عشق اوهان جي، ڪيو مُئي کي مڃ

## کافي روپ ڪوهياري نمبر 219 ڏاڏرو

موٽي آءُ پنيور ۾، هوت نه وڃ هاڙهي
( 1) سورن سنگهيڙان، ڪيون، آندم سر چاڙهي
( 2) چوهيون چپر چريون، ڏيل وڌم ڏاڙهي
( 3) ٻاجهاري ٻاڪون ڪري، ڳوڙها ڳل ڳاڙي
( 4) سڏڙا ٻڌي سو پرين، لامان اڄ لاڙي
( 5) فيضل طلب توهان جي، قلب وڌم ڪاڙهي

## کافي روپ ڪوهياري نمبر 220 ڏاڏرو

پينر هوت بلوچ ڪان، دم دم ڪر ووءِ ووءِ
( 1) ڪٺي هٿ حبيب ڏي، رات ڏيهان تون روءِ
( 2) چئجو هوت پنهل کي، جلي ويم جيئڙوءِ
( 3) هي سر هوت بلوچ تون، سو لکين صدقوءِ
( 4) پنهل ايندم پاڻهين، ڪيچون ڪاهي سوءِ
( 5) فيضل ماڳ مُئي جي، آڄ پرين ايندوءِ

## ڪافي روپ ڪوھياڙي نمبر 221 ڏاڏرو

اٿي جاڳ ٻڌي سڏ ٻوڙا، ڪر عيلي ابوءِ گھوڙا
(1) زير مزيري ٻولن ويري، ترس نہ پيڙين توڙا
رات ڪٽي ويا ڪين ڳٽي ويا، ساھ ڇڏي منجھہ سوڙھا
(2) سور پرائي ماتم لاءِ، ويھي ڪر وڪوڙا
ھاٿي ھلبو سور نہ سلبو لوءِ ڇڏ سي لوڙا
(3) ڏونگر ڏاڪا لڪين جھاڪا، پير نہ ڇڏجانءِ پوڙھا
لڪن لوھان سور سموھان، ڳل وھائج ڳوڙھا
(4) فيضل اصلون سمجھہ نہ سھجون، ڏک وھائج ڏوڙا
ڪين ڪمائي ڪين سمائي، ور لئہ واءِ وڇوڙا

## وائي سر ڪوھياري نمبر 222

ھي ھي بلوچ ھي ھي بلوچ، جي تون سمھين نہ لھين، جي تون لھين لوچ
(1) سمھين سارين راتئين، ڏينھان ميڙئين موچ
(2) جي تون جاڳين راتئين، اوڏو تيندءِ اوچ
(3) نينھن نغارو تو ھٽي، دم دم ڪو چئون ڪوچ
(4) فيضل ھي سر سروئين، ڏيئي چئو ٻاروچ

## ڪافي روپ ڪوھياري نمبر 223 ڏاڏرو

سرتيون ھوت ھٽي ويم، جيري منجھہ جيي
(1) سرتيون سور پرين جا، اوساريان مَ اُيي
(2) پيڙس وچي پاتار ۾، جھليم ڪنھن نہ جھبي
(3) ڏورڻ منجھہ ڏڪوئيون، پوندو لعل ليي
(4) ورچي ويھہ نہ وات تي، ڳاٽي وچ ڳيي
(5) فيضل ھوت بلوچ سان، پاڙيم، بات ويي

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 224 ڏاڏرو

آيل اُڪنڊي آهيان، جنهن لاءِ سري نه دم

(1) جنهن ريءَ ساعت نا سري، تنهن ۾ پيام پدم

(2) ڪيئن ڪيان ڙي جيڏيون، ڪو سرتيون ڏيوم فهم

(3) ايٽ وڃايم اوچتي، هاڻي ڪيئن ڪيان مون ڪم

(4) باهر باڦ نه نڪري، اندر عشق اڌم

(5) فيضل تونس تئين گهٽي، جيئن ڪين منجهون قلزم

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 225 ڏاڏرو

مون ڪيئن ڪتيان ڙي جيڏيون، منهنجو چرڪو ٽيو چڪچور

(1) جيڏن جوڙيون اوٽائيون، مون هڪ تند نه مور

(2) آٽڻ ڪين اجاريان، ورهه ڪيم وهلور

(3) سرتين سڪ سنباهيا، مون رڳو ميڙيا سور

(4) فيضل آريءَ چار جو، نينهن نسورو نور

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 226 ڏاڏرو

هاڃو رات هڻي ويا، هي هي زابر زور

(1) دلڙي لٽي نيئون ڏاڙ ۾، نڪا ڏڳي ڏور

(2) زلفن جي ته زنجير سان، ونگ وڄهي ويا ڏور

(3) پنبڻين ساڻ ڦري ويا، اهڙا ڪي ٺگ چور

(4) نيست ڪري ويا ناز سان، ڪولي ڪاڪل ڪور

(5) ويتر ساه سرير ڪي، ساڙيم سهڻو تور

(6) فيضل هي سر يار تون، گهوريون سيَبر گهور

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 227 ڪلواڙو

منهنجو مرشد ميران غوث اعظم، سڀ ولين تي جنهن جو قائم قدم
(1) جن ملڪ سڀ ماٺهو در تي، هتڙا ٻڌي بيٺا عرب عجم
(2) هيٺيون حڪم جي دو جڳ سارو عرش فرش ڪرسي لوح قلم
(3) پير پران سر حضرت ميران، والي ولايت بحرالڪرم
(4) پير يمغان خود هڪ حڪايت، پولو پڳم ٿيا سڀ خيال عرم
(5) سڪ سڄڻ جي مچ مچايو سوز ڪيم سڀ خطرا ختم
(6) فرق نہ فيضل توڙون تر جو احد احمد سوئي سر ضم

## ڪافي روپ ڪوهياري 228 ڪلواڙو

سرتيون ڏکن ڏيکاريم پنڌڙو پٽر، ڪافئون ڪاف ڪشالا سخت سفر
(1) ڏير ڏکيءَ سان ڏاڍ ڪري ويا، ڇپر ڇڏي ويا نماٽي نبر
(2) پير پنهل جو روح رلي ۾، پيهي ڏنم پائي جو اندر
(3) باهہ برهہ جي ڪڏهن نہ اجهامي، الانبا وچن ٿا عرش اُپر
(4) بار بره جو فيضل ياري، جن جي متئون آهي تن کي خبر

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 229 ڪلواڙو

ويکو سير حسن جند جان وچون، آيا آپ صنم ايوان وچون
(1) ڪڏان رت دلبر درس نہ ڏيندا، ڪڏان تہ نہ هوندا ميخان وچون
(2) ڪڏان وت سهٹل ڏيهہ نہ ڏسدا، ڪڏا وت وسدا ويران وچون
(3) ڪڏان رت لعلڻ لڪ لڪ پيچ هسدا، پوش پهر انسان وچون
(4) ڪڏان رت چالي ناز چلينداِ، شوڪت شاهي شان وچون
(5) ڪڏان وت عاشق آپ گهتيندا، چاه زندخدي زندان وچون
(6) ڪڏان رت فيضل صاف سموندا، محبت دي ميخان وچون

کافي روپ کوهياري نمبر 230 ڏاڏرو بروهڪي

انت پتيس اراڙي بهي يا رهناڙي

(1) کاس ارانگي کيچ سولي هرت هنداڙي

(2) تينون جلدي مرک ني تيني نيس تين پلاڙي

(3) هر مظهر تي حاضر ناظر خاوند خاص خداڙي

(4) نيس تينٹ دلبر تينا، ايلو چاپ جتاڙي

(5) فيضل داهم هيت همونا، تينٹ بسن داڙي

کافي روپ کوهياري نمبر 231 ڏاڏرو بروهڪي

داڙي اليسپ ني دادي، در تينتون يار هنادي

(1) نينئون سو يار اي انت کيو کپ جتائي نان دي

(2) هپ هميگي مرننيان، ننتوم يار نان دي

(3) برکنا خوجا دجهون نائي، نيس داپين ارادي

(4) نيئون سوا دل فيضل ارادي، نيتو خانہ آبادي

کافي روپ کوهياري نمبر 232 بروهڪي

داکان تينٹ بنتي داڙي، شاهد اعلا شان

(1) تينٹ تبنا پير مريدي، تينٹ گرو گيان

تينٹ افغان بلخ بخارا، تينٹ خراسان

(2) تينٹ روسي تينٹ طوسي، تينٹ انگلستان

تينٹ هندي تينٹ سندي، تينٹ هندستان

(3) تينٹ شرقي تينٹ غربي، تينٹ عربستان

تينٹ زنگي تينٹ چينسي، تينٹ جمل جهان

(4) تينٹ علوي تينٹ سفلي، تينٹ کون مکان

تينٹ هادي فتحپور تي، تينٹ پير مفان

(5) فثم وجہ الله نور تجلا، ظاهر عين عيان

فيضل تينٹ دلبر تين، چانگ سخت بيان

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 233 بلوچڪي

ايذا اي تئي نينا هند، بيا تہ برنا ڪيچا گندُ
(1) ڪيچ دهئي ڪل درشڪ دُميت، اوذا اي ده نين يک رئد
(2) آنڪ تروشي داشغ درائي، ني وثي گشفين گالا مسند
(3) راه سرانا ڪف ڪہ بلائت، ڦا ذڪرو بي گڙد منند
(4) فيضل جلدي ڦا ذڪروبي، محڪم چڪ سرينا بند

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 234 ڏاڏرو پروچڪي

آنڪ تروشي داشغ درائي،بيا وثي قولائي پال همائي
(1) سر ڦريا رابر گدا ڪن، دل شہ دميان زير جدا ڪن
مال مڏي اي ڪل ملڪ پرائي
(2) اي مائو متي آن ملڪ مياروں، مال دنيا ڪل مثل چو مارن
ديرش دوستا ڪل خيالن خطائي
(3) دلبر دورو خان دديميان، گپتثان معجونان مقيميان
سنڌ بندان مان بار يڪائي
(4) دل دوسيہ ماران پيچ نہ ماري، آن دزلفائي ڪي توا داري
روشني رخ چو شمس شرمائي
(5) ڪوڪران ڪاموري ڪئہ نوخين خوش گرو خاني شملعي شوخين
آختفن سروان سر ورعنائي
(6) فيضل آن جڙڪ ڪي ٿہ ڪهساران، آف ديميني بارش باران
سبز بيئت ڪل ملڪ مولائي.

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 235 ڪلواڙو

سرتيون ڳوڪان ڪنديس، اڄ چوٽ چڙهي
دلڙي درد فراق ۾ ويم سڙي
(1) پرين جو پير جبل ۾، لوچي لڌم لائي درد ڏڙهي
(2) لوهان لعل لڪن جون، سر تي ستم منجهه قلب ڪڙهي
(3) لائي ڇيج ڇپر، گهور ڪيون ويند يس هڪ ته گهڙي
(4) وندر جي نه وٺن ۾، آهون ڪيان تي مان روز رڙي
(5) ٻڌم جي ٻول پرينءَ سان، مان اهي مئي جا پوَن پڙي
(6) فيضل روز ازل کون، جيئڙو پنهل سان ويم جڙي

## ڪافي روپ ڪوهياري نمبر 236 ڪلواڙو

ريبي رات پنهل ويڙم جان جڙيءَ ويهي سور رهايان ڪنهن سان ٻڙي
(1) عشق الائبو لايو اندر ۾، ڪين اجهامي تي هڪڙي گهڙي
(2) ڏير ڏکيءَ سان ڏاڍ ڪري ويا، روئيندي لنگهايم رات رڙي
(3) ريءَ پرينءَ جي دم نه سري تو سورن ۾ دل ويم سڙي
(4) وري شال ايندم واڳون واريءَ ڳوڪان ڪيان تي چوٽ چڙي
(5) فيضل ويني واٽ نهاريان، لعلڻ ايندم پاڻ وري

## ڪافي روپ ڪوهياڙي نمبر 237 ڪلواڙو

لڳيم هوت پنهل جي وو تانگهه تڪي، روئي روز پسان تي پير سڪي
(1) سک صبر سپ سک وڃايم، ساعت جهوري نائهه جهڪي
(2) ڏيهه ڏکن جو وو نينهن ڏيکاريم، دلڙي ڏکن ۾ پيم ڏکي
(3) بر تر ڏونگر لعل لڪن ۾، جيئڙو جلي تو روزج ڪي
(4) باب بنديءَ جي روز ازل کان، سٽ سورن جي قلم لکي
(5) دلڙي ويچاري تيءَ نهمونجهي، نيٺ پرين نيندم پاڻ چڪي
(6) فيضل مئيءَ جو ساهه پرينءَ سان، رلجي ويڙو چاس چڪي

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 238

پسي هوت پنهل جي پار اديون، روئي روز رڙان ٿي زاديون
(1) لڳيم پاڻ ٻروچ جو لئونءُ لونءُ ۾ لئون تار اديون
(2) چڙهي چوٽ جبل جي، ڪوڪان ڪنديس چوڏار اديون
(3) ڪڏهن ايندم ڪيچ ڏاهن، ڀري ته ڪٿوري بار اديون
(4) ڪنهن سان سور ورهايان، من ۾ اٿم طومار اديون
(5) فيضل عشق عجيب جي، ڪيڙم بي اختيار اديون

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 239

لڳم تانگهه ازل جو يتر اديون، دلڙي درد ڪيم دلگير اديون
(1) دل ۾ درد فراقن جا، چاڪ پون ٿا چير اديون
(2) پسي پير پرينءَ جا، نيڻ وهن ٿا نير اديون
(3) سرتيون سوز پنهل جي، ساڙيم ساهه سرير اديون
(4) اهڙي برهه ٻيڙ ۾، آڻي وڌم تقدير اديون
(5) فيضل واءُ وطن جي، هينئڙي لڳي ٿم هير اديون

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 240

ڏيئي ڏير غمن جا بار اديون، وئي رات ويم دلدار اديون
(1) اهڙي قهر ڪلور جي، ڪا نه هيم سڌ سار اديون
(2) ڏينديس باهه ڀنڀور کي، چوطرفين چوڏار اديون
(3) ويندس آريءَ ڄام ڏي، نينهن ڪيم لاچار اديون
(4) وجهي ڇيج ڇپر ۾، لنگهي پونديس هو پار اديون
(5) فيضل هوت ٻروچ سان، پاڙينديس اقرار اديون

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 241

آهن مون ۾ عيب هزار، تون آن ڏوليا ڏکڻ هار
(1) سمهڻ گوهمڻ يار سيئي، ڪوجها تيم ڪردار
کهڙا عيب اگهاڙيان مون، تيم بديون بي شمار
(2) عمر اجائي گذريم ساري، ڪتيم تند نه تار
ڪين ڪمايم ڪين سمايم، ڪنهن ڪيم واهه يار
(3) وقت وهامي ويڙم سارو، سريم ڪين سنيار
هي هي هاڻ ڪيئن ڪيان مان، رهيم وس نه وار
(4) ڏي اميد نه آسرو ڪو حاجت حُج نه يار
ٻاجهون ٻاجهه اوهان جي ٻيو ڪک نه پانئيان ڪار
(5) فيضل سمجهي فهم فنا سان، گوندر منجهه گذار
ميرنهن ميسي مهيسر منجهان خود، ايندءِ يار ستار

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 242

ڏيئي ضرب حسن جو زور اديون، اچي محب مچايو شور اديون
(1) ڪاهي آيم ڪيچ ڪان، منجهون شهر ڀنيور اديون
(2) پسي صورت پرينءَ جي، دلڙي تيم چڪچور اديون
(3) حاضر ڏسي هوت کي، سور سڙي ويڙم دور اديون
(4) هي سر ساهه صنم تون، گهوري ڪيڙم گهور اديون
(5) تجلي تاب حسن جي، ساڙيم سَوَ ڪوهه طور اديون
(6) فيضل لونءَ لونءَ ۾ اچي، لايم ذات ظهور اديون

## ڪافي سر ڪوهياري نمبر 243

(1) وٺي پير پرين جو سمجهي هل سوير
(2) رڻ پٽ روهه جبل ۾ ويهي ڪر نه اوير
(3) ڏاڍي ڏونگر ڏيهه ۾ چوڙيا وتن شير
(4) ڪاهي پهچ پرين ڪي، ڪو دم ڪو نه دير
(5) سِرڙو گهوري گهوٽ تان، ناتو توڙ نبير
(6) پاڄهون هوت حبيب جي، ڳُنڙي آهي ڪير
(7) فيضل رئي پرين جي، ڪوئي ڪونهين غير

## ريخته غزل پارسي نمبر 244

در چپ راست پيش پس، هر طرف يڪي است بس
(1) ملڪُ فلڪُ جن ويشر، عرش و فرش سنگ و شجر
ثنور سمڪُ صوت وجرس، برطرف يڪي ست بس
(2) ڪعبه طوف خانقه، دير ڪنشت، وميڪده
مسجد و معلوم و درس، هر طرف يڪي ست بس
(3) خانه وريل خانگي، پر بهر ويرانگي
طبر وحش شهر ومگس، برطرف يڪي ست بس
(4) ميرو زيرو محترم، شاه وگراو عيش غم
دُر صدف دزدور عبس، هر طرف يڪي ست بس
(5) نار وجنان مهرومه، روح وروان و مرتبه
دين ڪفر سعد ونحس، هر طرف يڪي ست بس
(6) ڪون و مڪان، سربسر، خود بخوس است جلوه گر
بلبل گل چه خارو خس، برطرف يڪي ست بس
(7) در هر چيز جابجا، خود بخود ست رُخنما
بنگر باچشمي قدس، هر طرف يڪي ست بس
(8) فيضل رفت در فنا، گم شداين منيءِ ماءَ
نعره اوست در قفس، هر طرف يڪي ست بس

## كافي سر جوڳ ۽ مانجهہ نمبر 245

(1) سرتيون رهنديس کين پنيور ۾، مان وينديس ضرور
(2) ٻول ٻڌا هم هوت سان الوميان، سي تہ نہ پچنديس مور
(3) دلڙي تي دانهون ڪري، الوميان ساري سچر سور
(4) ڏيرن کي مان چا چوان، الوميان ڪيڙم قلم ڪلور
(5) سينو سوز فراق جي، الوميان چاڪن ڪيڙم چور
(6) دم دم آريءَ جام جا، الوميان دل ۾ پون ٿا پور
(7) فيضل سپ لڪيون لنگهي، الوميان ٿينديس هوت حضور

## ڪافي سر جوڳ نمبر 246

سرتيون سُهڳ واريون سيئي، وَرَوٽ پيون سونهن سدا
جل جل ڪري جن جوش مان سر ساهہ ڏڪڙن ۾ ڏنا
(1) ڏوري ڏٺو جن ڏک ڏهڳ، سرتيون لڌو تن سک سُهڳهہ
مرڪن اهي ميدان ۾، جن سبق سوزن جا وڏا
(2) جيڪي ويون سُک سهج سان، سِرڙو ڪٽي ورجي اڳيان
سي سپ اتي منظور ٿيون، ساڙي نسنگ جسمي ردا
(3) جن کي لڳي جڙيار جي، صدقي ڪيائون جند سچي
رلجي ويون سي راز ۾، دلبر نہ تن کان دم جدا
(5) سر سمجهہ طالب تنفِقُو مها تحبو مام هو
سانگو چڏيو جن ساهہ جو تن کي قبولي ٿو خدا
(5) اصلان برهہ بازار ۾، سر ساهہ ريءَ سودو نہ ٿي
وڪر وصل جو سي وٺن، فيضل ڪيو جن سر فدا

## ڪافي سر جوڳ نمبر 247

بازو عشق بڇائيني، شاهي شور ماچيئيني شاهه جمال پيارُ آ

(1) لئون لئون ديوچ لڳوئين لوري، دلڙي لٽ لٽ جاڳيوئين زوري
تن تن سيپ سيپ تپائي ني، نازين نال پيارو آ

(2) ڪڏان تہ ظاهر بن ڪر اونديئن، ڪڏان وٽ رخ تي برقہ پونديئن
وصلي شور وڌائي ني، خود خصال پيارو آ

(3) جلوه جنگي جوڙا بنايوئي، فوج حسن دي چست چڙهايوئي
لخطي وچ لڙائي ني، بي مثال پيارو آ

(4) نينان قهري ڪان ستيندي، ڦتڙي دلڪون روز ڦتيندي
هستي هوش گوائي ني، ابرو هلال پيارو آ

(5) آپئي عاشق گهوٽ ڪهينديئن، سوئي اپنا آپ سهينديئن
ڪيئي قتل ڪرائي ني، قرب ڪمال پيارو آ

(6) فيضل هي خود ڪون وچارا، آپ مرينديئن زوري نعرا
اپنا آپ بنائي ني، حال وصال پيارو آ

## ڪافي سر جوڳ ومانجهہ نمبر 248

رت ڦڙا وينـي رئـان، هـي هـي حسـن ميـر ڪـان
هـي هـي حسـن ميـر ڪـان، شـاهہ حسـين پـيـر ڪـان
(1) مـيـر مـديـنـي شـهـر مـان، پـاڙي پـاڪ رسـول ڪـان
سـنـيـري سـپ تـيـار روان، لـوح لـکـي تـقـديـر ڪـان
(2) ڪـاف ڪـشـالا راهہ جـا، ڪـاتـي ڪـربـل ۾ ويـا
پـاڻ پـرڻـن اتـي نـيـا، ڪـوئـي شـان ڪـبـيـر ڪـان
(3) مـوذن تـي پـيـو قـهـر، بـنـد جـنـهـين ڪـيـون جـر
قـائـم حـال ٿـيـو حشـر، سـپ ڪـبـيـر صـغـيـر ڪـان
(4) ڪـاهـي مـوذن ۾ پـيـا، مـاري لـڪ..............فـنـاءَ
سـر ڏيـئـي سـرهـا ٿـيـا، نـيـنـهـن سـنـدي تـہ نـظـيـر ڪـان
(5) ڪـربـلا ۾ ڪـوس ٿـيـو آل رسـول الله صـہ جـو
انـگ لـکـيـو ايـئـن هـيـو مـوران آل مـنـيـر ڪـان
(6) سـورهـيہ شـيـر شـهـيـد ٿـيـا، قـادر جـي مـنـي رضـا
مـاتـم خـلـق سـڄـي مـنـجـهـا، پـيـو آل امـيـر ڪـان
(7) امـامـن تـي نـيـنـهـن جـو ڪـڪـر اٿـو مـيـنـهـن جـو
نـعـرو هـٽـي شـيـنـهـيـن جـو ڪـيـئـون سـوپ اخـيـر ڪـان
(8) ويـڙهہ رڳـوئـي راز هـو عشـق سـنـدو آواز هـو
ڏک نـسـورو نـاز هـو فـيـضـل سـر سـڏيـر ڪـان

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 249 ڏيڏير

سر ساهه سارو بار تون، قربان ڪيان جندڙي سڄي

(1) سڪ ڪون سچو سندرو پڌم، جند جان سورن ۾ رڌم

ڪثرت منجهون وحدت لڌم، ننگ نام سارو ويو هڄي.

(2) سڪندي وڃايم حال هي، ساعت لنگهن تا سال وي

دم دم اچن تا خيال وي، ويو غير جو طلسم پڄي

(3) لامون ثباتي تي پلي، ويو اسم جسم سان رلي

نشوو نظر آيم هر ڳلي، وئي نينهن جي نوبت وڄي

(4) لڳيم رمز رڪيل شاهه جي، ڪاني قلم جي وئي وهي

فيضل نه ڪائي واهه پي، ورتم واٽ وحدت جي ڪڄي

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 250 تن تار جهمٽ

اڱڻ اسان ڏي يار، دونهان دوست دکا ڳيا

(1) رڳ رڳ دي وچ رمز رلاڳيا، رانجهن رود ستار

(2) نينهن سڄڻ دا جسم جلايا، اسم تيا اظهار

(3) در در مينون عشق گهمايا، ساراهي سينسار

(4) فيضل خواب قرار نه ڪوئي، برهه ڪيتم بيدار

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 251 تن تار

نال نظر دي تير، مينون يار چلاڳيا

(1) ويس متاڪي آيا اتاهين، جوڳي بنڪي فقير

(2) جهٽ پٽ ڪر ڳيا ڪم قتلدا، ترت ڏي ڳيا تڪبير

(3) گهير گهتيا سي دلبر مل ڳيا، چٽ ڳيا هڻ تدبير

(4) فيضل آڳيا سير سمند وچ، تپ تپ تيا اڪثير

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 252 ڏاڏرو

منتظر مار مينون دلبر يار ڳيا، دل وچ دام ڦسا ڏي ڳيا جام وحدت
(1) پيالا يار مينون تہ خمار ڪيتا، سمهڻ سيج ستيم سڀ عيش عشرت
رانجن يار ٻاجهون دم قرار نهين، هڪي خيال ماهي والي نال فرحت
(2) سينگيان مل مل آکي، ڏيون ڪل ڪل طعني تينون ڪيا ٿئي ئي روندئين روز رت
ڪيهي ڪيهي ڪران، تنهان نال خبر، ساپيو سورو تان ڏسان ڪيوين حالت
(3) اپني يار بنا رهان ڪين پلڪ، توڙي مار ستن مينون يار اڦٽ
مهٽي ويڻ ڪيڙيان دي چم سرتي چاتم، توڙي لوڪ ڏيون مينون لڪ بسمت
(4) جڏان مين هير جڻي اي جهنگ سيال ستي، تڏان سار لتم رانجهن يار ستت
خود رنگپور وچون فيضل يار مليم، جنهن دي ڪاڻ ستيم سڀ سيال سنگت

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 253 ڏاڏرو

سينگيان يار ڪيتا سي سينگار ويڪو ميڪون مار محب دي اي چال ويڪو
(1) شبروز رڙي سڪ سوز ڪنون، جاري جوش انهي وچ جال ويڪو
ڪاوڻ ڪاج خوشيان ڪيڙيان ست سيو پيچي پول عجب هي اقبال ويڪو
(2) خطرا خام تڙي چڪيان چوڙسيو طلسم توڙ خوديدا اي خيال ويڪو
ڪر ڪي دور دوئي صوفي صاف سما، وچ وحدت عين وصال ويڪو
(3) شعاع ويڪہ شمع وانگر پتنگ پچي، سارا جسم جلا اي احوال ويڪو
سي سي رنگ صنم نخري ناز نوين، جلوا يار وچون در هر حال ويڪو
(4) سارا آپ صنم ڪوئي اور نهين، فيضل ڪون اليندا اي ڳالهہ ويڪو
مينون قسم نبي هي خود آپ خدا، ڪوئي فرق نهين هڪ وال ويڪو

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 254 ڪلواردو

آيو عين عجب نعره عشق ريخرق، ساڙي خوف رجا وارو فهم فرق

(1) مشڪل نينهن لاٿ پر سان پيچ پاٿ، جٺري لحم لڳن جو ڪاچ ڪاٺ
ناتو نينهن منجهون ڪين تون ڪين ياٿ، وارج خلص خودي وارو خام ورق

(2) مستي جام پيئڻ مدهوش ٿيڻ، سهجون صاف سوري تي سر ڏيڻ
موتو قبل مري منجهه دارين جيئڻ، ايهو اصل مردن جو آ عين مرڪ

(3) فتحپور منجهون آيو گهور ڪري، مُنهن مستور مٿون برقو دور ڪري
پيالو نور ڏنم جنهن پرپور ڪري، تي مخمور ڏنم منجهه هر طور حق

(4) فيضل رمز ربوبي شور ڪيو آٽي عشق اندر منجهه زور ڪيو
باقي برهه پچي پاندو پور ڪيو قطرو ڪن بحر ۾ ٿيو مستغرق

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 255 ڪلواڙو

سوري سيج سنلم ڏولي ڏک ڏونگر، پالڪي پن پانهڻ پائيان سور سمر

(1) سختيون سور سيي برسر خويش ڪيم، باري بار برهه جو پيش پيم
توريءَ ناهه پيو بيناانديش چيم، تنهنجا سور سجڻ پائيان شهد شڪر

(2) نازڪ نينهن جيئن دهشت شينهن چوان، سو جنهن جوءِ پيو ٿيا سپ سلس روان
روزئون روز عجائب ناز نوان، سينو صاف صدر هر دو حج اڪبر

(3) صوفي صاف صفا اصلون عهد وفا، سوره سهن سدا سر تي جور جفا
احمد عين احد سر خود مصطفيٰ، ميسڻ ميم نهايت نور نظر

(4) جاتي سر عوشاقان باهه ٻري، تاتي ڪير اچي ٻيو پير پري
فيضل فرق وڃايم ذوق ذري، آٽي عشق مچايم هل حشر

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 256 ڪلواردو

ڳاڙي مار ڳيا ڳزوڄ جيءُ جگر، ڪڙڪڙڪان ڪرڪي لنگهه پيا پار پڙر
(1) ابرو صيف صنم مزگان تير تفنگ، بڙڇي بان کهون ياوتڪان خدنگ
زابر زلف سيه جيوين چنگ پلنگ، ڀيا وت سوز سڙيندا هي روز صدر
(2) منهن مهتاب کهون يا وت شمس ضيا، گيسو مار سيه نلڪوئي نانگ ڀيا
ڏيکڻ نال سيتي ڏنگڙ امار ڳيا، وه وچ جان جسم ڪتيا زور زير
(3) تجلا تاب حسن وچ هر باب کهون، وفي انفسڪم ويجهو آب کهون
وچ درياه وحدت تسي ڪيوين رهون، ليڪن مرض ڪيتا مستسقي مگر
(4) فيضل يار آيا ڪو اغيار نهين، بر بازار وچون بن دلدار نهين
دم دم نال صنم هڪ دم ڌار نهين، جانب جلوه نما جيوين ماهه بدر

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 257 جهمٽ

آءُ ميان رانجها آءُ ميان رانجها، هي مري تي هير
(1) دم دم ويتي ڪانگ اڏايان، درد ڪيم دلگير
(2) ماريو تنهنجي مهڻن مُئي ڪي، اندر آڳ اُڪير
(3) طلب توهان جي تايو ميءُ ڪي، ساڙي اه سرير
(4) فيضل مُئي ڪي پاڻ پسائي، ڪيڙو قيد اسير

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 258 ڪلواڙو

آپيئي اپنا ڀيت بتاوين، آپ ڪرين گمراه ميان
(1) ڪتي وت گداگر گشت گدائي، ڪتي وت شهنشاهه ميان
(2) ڪتي وت سهڻل آپ سڏاوين، ڪلنگي دار ڪُلاه ميان
(3) ڪتي وت جانب ڀول ڀلاوين، ڪتي وت حق آگاه ميان
(4) ڪتي وت فيضل صاف سڏاوين، باڪابي پرواهه ميان

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 259 ڏاڏرو

جاءِ نہ جاتي هوش عقل جي، اکيون اتي وڃي اڙيون يار

(1) اکيون ان سان ويون اڙجي، جان جسي منجهہ جڙيون يار

(2) ڪيف خماريون اکيون سجڻ جون، هڪ لحظي منجهہ لڙيون يار

(3) مزگان فالم فروج ايراني، ڪاڻ قتل جي چڙهيون يار

(4) دلڙي رمز سان دست ڪيائون، قيد قابو جيئن ڪڙيون يار

(5) هي سر گهوريم فيضل پر تون، وحدت ڪلمون پڙهيون يار

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 260 ڪلواڙو

جانب تي انهي جوءِ ۾ ووڙ نہ تون ٻي پار ميان

(1) دم دم جاڻي خيال ختم جو گهت گهڙي ناگهار ميان

(2) فذڪروني اذڪر ڪم ميان، ويهي ڪين وسار ميان

(3) ڳولي قولهي گهوٽ اندر ۾ پرجهي ڏس پهنوار ميان

(4) ونحن اقرب شاهد شاهي، نيڻ ڪيون تہ نهار ميان

(5) فيضل جوئي ٻولي سوئي، ڪوٽ اندر ڪلتار ميان

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 261 ڏاڏرو

پردا سي پاسي ٿيا، ويم غير گمان

(1) دستون دلبر جام پيتو سي، ڪيف ڪيم مستان

(2) لوڪون مُئي ڪي لڄ نہ ڪائي، حيرت منجهہ حيران

(3) لڪ چپ چوري اکيون زوري، پسن اعلاشان

(4) هر مظهر منجهہ نينهن نظارو اتم سر انسان

(5) جت ڪت جلوو ظاهر ذاتي، هر جاءِ عين عيان

(6) فيضل فاني باقي الله، ساروئي سبحان

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 262 ڪلواڙو

عشق اصل ڪونہ آئينهن نگين، ڪفر نہ جاٽي ني مذهب دين
(1) ڳن منجهون فيڪون سمايو، بيرنگ ٿيو خود رنگ رنگين
(2) سارو سر منجهہ ميم ڇپائي، عرشون آيو منجهہ زمين
(3) سالڪ سوئي سر سڃاڻن، جلوه نُمادر ڪون مڪين
(4) فيضل عاشق عين اهوئي، ڪين ڪٺي پياسي منجهہ ڪين

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 263 ڪلواڙو

اوٺ نماڻيءَ ڪي اچي ميان، ڏوليا تون ڏکڻ ٿيءَ
(1) پٽر پاروجٽ ٻجهي ٿو توريءَ اولو پيو نہ سمجهي ٿو سانلهہ پون جتي سيءَ
(2) واه وسيلا سپ وڃايم، لهر بحر منجهہ هيڪل آيم، جٽ هوءَ ڪنڌي نا هيءَ
(3) تانءَ ڪنير جو ٻگم پيلو روح سڃڻ سان ڏنم ريلو هوش ويم هستيءَ
(4) فيضل ورلي نيڻ نهارن، واٽ تڪيون جو هنجون هارن
پسيون وحدت ويءَ، اوٺ نماڻيءَ ڪي اچي ميان

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 264 موغلو ڏيڏو

منهنجو ساهہ سنياري سو پرين، جنهن سان ڪالهہ ڇيم قالوبلا
(1) ڪنين پيڙم ڪوڪ الستي، جيءَ پيو منجهہ جرجلا
(2) تن من تايم تانگهہ ازل جي، طلب وڌم منجهہ ترتلا
(3) عشق انايم، اوچتي، سرتيون سر تي ڪربلا
(4) فيضل زوري فڪر فنا ۾، ذوق مچايم زلزلا
اوٺ نماڻي ڪي اچي ميان ڏولو ڪري تو
توريءَ اولو بيو نہ سجهي ٿو سانده پون جتي سيءَ

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 265 ڪلواڙو

نال ڪرشمين نازين ميڏا سهڻل آيا
برنا پاڪي بشري رانجهن اي رنگ لايا
(1) ڪر ڪي بشري چولي آيا هي وچ اولي
راز نهاني کولي، هر رنگ وچ سمايا
(2) اصلون هويا اسمي، جاما پاڪي
جسمي هڻ وت قسمون قسمي جلوه نمائي پايا
(3) چوطرفين چوڏاري، فوج حسن دي باري
عشوه گري اظهاري، طلب تهيندي تايا
(4) ڪٿ فيضل مخموري، محبت وچ مسوري
ڪٿ وت وچ مهجوري، گهور حسن دي گهايا

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 266 چٽنجل

پنهل ڪون دم ڏار، ساعت منهنجي نا سري
(1) ڏني ڏينهن لنگهي ويا ڪيئي
سال ٿيا ٿم پڌر پئي، صاحب ميل ستار
(2) جان جسم سڀ جوش جلايم
پلڪ پلڪ جي پورن تايم، واند نہ ٿم هڪ وار
(3) عشق اڙانگي هنڌ رايم
شرم ستر سڀ سڪ وڃايم، نينهن ڪيم نروار
(4) سڪ سڄڻ جي بارڻ باريم
جيءَ جگر سڀ سورن ساڙيم، پري آءُ پوتار
(5) فيضل ويئي ورهہ وسايان
ڪنهن سان پنهنجا سور ورهايان، برهہ ڪيم بيمار

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 267 چٽنجل

پاڻ پرين مٺڙيال، روئيندي ڪي رس روح ۾

جانب جاڻي توڙي نه جاڻي ( 1 )

پيڙي آهيان، تنهنجي پاڻي، سهڻل لهج سنيال

روئيندي پٽيندي سڪندي سڙندي ( 2 )

يارو تان تي تولئه رڙندي، ساعت پايان سال

ڳات پريون نت نيڻ نهارن ( 3 )

اکيون اداسيون پسڻ ڪارڻ، جر وهائن جال

روز ازل کون سور پرايم ( 4 )

ڏاج ڏکن جو وٺج وهايم، پرت ڪيم پئمال

ڪين ڪيم ڪجهه ڪين ڪمايم ( 5 )

گهور گهماتي فيضل گهايم، نينهن نيم سي تال

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 268 ڏيڍي

سر مال سي گهر ٻار، صدقي سڄڻ تون سربسر

( 1 ) جنهن ۾ اچين مون گهر ميان، تنهن وار تون صدقي وڃان

گل ڦل اڱڻ مون تئي سئيان، ڳر لڳ ڪيان سورن خبر

( 2 ) اکيون اداسيون ابر جان، وسڪيون وسن راتيان ڏيهان

آگم نه لاهن سي اجان ويتر وسن ڪر ڪر ڪڪر

( 3 ) اُٻان چڙهيون جي عشق جون، سي ڪيئن رهن ري بارشون

وس وس وهائن نت نيون، پاڻي پٽن تي ڪن اپر

( 4 ) بر ۾ بڪيا جت شينهڙا، فيضل گذاريم ڏينهڙا

مولا وسايا مينهڙا، گلزار ٿيو سي بحر بر

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 269 ڏيڍي

پر ۾ ڏٺم پير يمغان، باقي باالله ٻيا سڀ وهم
(1) هادي سڻايم هڪ سخن، ڪنهن کي ٻڌايان بيخ بن
احمد احد خاموش ڳُن، ميم ازميانـ شرعدم
(2) ٻولو ٻچي هڪ نام سان، مون کي وڃائج مام سان
اثبات ڪر الهام سان، ديدار دلبر دم بدم
(3) مئي جنهن چکيو ميخان جو سو تا قيامت مست ٿيو
ناهي رهيو ناهي رهيو نا دين مذهب نا ڌرم
(4) پر ۾ پروڙج هي سبق، صوفي صفا هادي سو حق
هڪ وار جو نا هي فرق، فيضل ڳجا سارو صنم

## ڪافي روپ سورٺ ۾ جوڳ نمبر 270 ايضن

ڪيئن ڪيان جي نا ڪيان، مون روح راڙون روز شب
حال هيڏو زار منهنجو تلف ڪيو ساڙي طلب
(1) روز شب سڪ سوز مون، دانهون ڪيان هر دم گهڙي
من مُئي جو عرض اگهجي، آهه اڌراتي عجب
(2) برهه ٻاري باهه اندر دل ۾ ڪيم دردن ڌڙي
چمي اکين تي يار جا، سرتيون ڪنيم هي سور سڀ
هجر مون هي هي ڪيون، ٻينر ٻچايم پانڌڙي
رند ڏسي رڙندي وتان، پاهڻ پٽون ڪيم پير پٻ
(4) ناهه ڪيم فيضل فڪر، ڏيئي غير کي توڙون تڙي
سوري سهانگو سو لڳين، دردن وڌم ڪاڙهي قلب

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 271 ڏيڍي

اکيون اداسيون يار لئہ، ويٺيون روئن رت روز شب
(1) اوچو ٻڌو هوءِ ٻول ميان، موتي ملڻ جو قول ميان
هاڻي وري نارول ميان، آئي ملڻ جي مُنہ عجب
(2) ويٺين وچي چاڪون پري، موتي ملڻ جي نا ڪري
هت مفت تي ماندي مري، سڪ سوز منجهہ تنهنجي طلب
(3) جي تون اچين آءِ ناهيان، تنهنجي اڳيون مون چاهيان
اولو اکين جو لاهيان، توکي ڏسان شرق غرب
(4) مُٺيءَ جي مداين ڏي نہ ڏس، پنهنجي نظر سان پاڻ پس
فيضل قلوبون لاءِ ڪس، سيني اندر تي سير سپ

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 272 ڏيڍو

خود يير آدم جو ٻڌي آيو عجب انسان ۾
احمد احد لا ميم ٻڌ، فائق رهج فرمان ۾
(1) نانگا سڃاڻج نام کي، ڏينون ڪفر اسلام کي
پاڻو پسج هي مام کي، مُنهڙو وجهي ميخان ۾
(2) ڏي ترڪ تي طالب صحي، ڪر نفس کي سپ کون نهي
ڏارين ڪون ڪڻ هٽ ٻيئي، ڏس سر صفا ميدان ۾
(3) ان خواهش جي ڪاڻ کي، ڪر پيل وٺ رهاڻ کي
پاڻون پري ڪر پاڻ کي، تڏهن وصول ٿيئي جند جان ۾
(4) ان ڳالهہ کي اهڃاڻ تون، پر ۾ پروڙج پاڻ تون
ٻاهر نہ هڻ ڪو ٻاڻ تون، ڪر سر قتل قربان ۾
(5) فيضل گُلي خوشبوءِ زو ٻشِميدرفت ازماءَ تو
هي شور غوغو ويو سپ تنهن سندو چوغان ۾

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 273 ايضن

دلبر اچي ورڪر ميان، توريءَ پرين هت ڪيئن جيان
(1) هڪ تان ڪيم چاڪن چريءِ ٻيو چوڪنڊ ويم ويري وري
منجهه ٻن ڄين جي ويس ٻريءِ روئي زهر جو پيالو پيان
(2) امڙي جو جهيڙو تار آ، سس جي مٿئون هُڻ مار آ
ٻي جنگ ننانڻن جي ڏار آ، مون ڪيئن ڪري ڪا ڏيوچا
(3) پاءِ پينريون پٽ ڪُٽ رهيون، پيو تان وري ڪيسان ڪيون
چاچن جون چوڪان نت نيون، سُهمن وڏم ساڙي هيان
(4) مهڻا مُئيءَ کي ڏين مِڙيون، سرتيون ساهيڙيون جيڏيون
دردن اچي لايم ڏڙيون، سڪ سوز مون ساهه تي ڏيان
(5) چڏيا شوخي چاليون، ڪر ڪي ملڻ جون ڳالهيون
مر تان سڙن سڀ سياليون، ڏسي ڏير مُئيءَ جا تين زيان
(6) جا لنئون هٽي وئين جان ۾ سا ڪيئن سليان ميدان ۾
فيضل پروڙي پاڻ ۾ جوشون جبل پر تاليان

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 274 ڏاڏرو

سڳ سوارو سرتيون منهنجو سانگين ساڻ تيو
باب بندي جي ازلون انگ ايئن ئي لکيون
(1) جا ارادي اصلان، سا اڄ مان تي لوڙيان
اول ڪن فيڪونا، پيچ پرينءَ سان پيو
(2) زلف مسلسل ڪولي، دام وڌائون دل کي
ناز پسي نيڻن جي، منڙو تيو مست ميو
(3) جت دلڙي وڃي ڦاتي، ات سنگت نا ساتي
جهاتي ۾ پئي جهائي، هوش عقل نينهن نيو
(4) فيضل فاني في الله، سو خود باقي باالله
لاالـــ الاالله، چيتاري چت چيو

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 275 ڪلواڙو

ساجن منهنجو ساهه، پجري منجهه ڪيئن آئين پهي
(1) مرغ هوائي مدامي اپيسر جو ڪيئن لمي ڪيئہ ڪاه
(2) ديس ڇڏي هن ديس دنگيءَ ۾ چوري آنديءَ ڪنهن چاه
(3) ويس وطن جو پير پلايئہ، ڪڪ پن جو ڏيئي پاه
(4) سهجون آدم نام سڏايئہ، جان جس وا رواح
(5) فيضل پنهنجو پاڻ وجهايئہ، دل منجهه درياهه

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 278 ڏاڏرو

جانب جلويدار دلڙي نازن سان ويم نهوڙي
(1) رانجهن جوڳي تي هت آيو ڪارڻ شوق شڪار
(2) سر تي سالون دست ڪٽاري، پاتم اهڙي پار
(3) ڳالهه ڏکن جي ڪنهن سان ڳرهيان، برهه ڪيم بيمار
(4) عشق الاهان عرش وجن تيون، دم دم درد پڪار
(5) حسن حملو سر عوشاقان، چوطرفين چوڏار
(6) فيضل آڻي عشق اٿايم، سر تي باري بار

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 279 ڪلواڙو

آءُ ور ويڙهي مُٺي جي پير مبارڪ پائي
لاءِ چنيسر تنهنجي ليلان تي ليهلائي
(1) ويٺي ور لئہ واجهايان، ڳالهه ڳٽن جي ڳايان
بسم پيوتي پايان، ڌوڙ لڳن ڪي لائي
(2) جبلن ۾ ڪيئن جاليان، پاهڻ تي پرتاليان
پال اوهان جي پاليان، روح رئي منجهه رائي
(3) عشق اندر منجهه آڻي، مچ مچايم هاڻي
ماديس تنهنجي ماڻي، گهور حسن سان گهائي
(4) دردونديءَ جون دانهان، عرش وجن تيون آهان
تڏڙي پر پر ساهان، پاجهاريون پاڏائي
(5) روح اندر جون ريهان، پار پيون وجي ڪيهان
فيضل راتيان ڏيهان، ڳالهه هڪائي ڳائي

### ڪافي روپ جوڳ نمبر 280 ڪلواڙو

جـلـوو عـيـن جـمـال، سـيـنـي ۾ ڏس پـائـي جـهـاتـي
(1) لاڳاپا سڀ لـوڪـون لاهـي، هـسـتـي هـو وڻ ڇڏ وڃائي
سـوئـي سـمـجـهـه خـيـال، صـاف ظـهـور تـي ظـاهـر ذاتـي
(2) جـبـل جـهـاڪـا جـال ٻـجـهـن ٽـا، ڏاج ڏيـاري سـور مـنـجـن ٽـا
چـون پـاڻ تـعـال، نـازن سـان ڏيـئـي مـام مـمـاتـي
(3) آهـي اصـلـون عشق اڙانـگـو ڪـيـن رکـي ٿـو سـر جـو سـانـگـو
سـوري سـيـج ڪـمـال، عـشـاقـن جـو سـر ثـبـاتـي
(4) فـيـضـل هـر دو راز حـقـيـقـي، مـشـڪـل مـعـنـيٰ دل جـي
حـاصـل تـن ڪـي حـال، نـاهـه ڪـيـو جـن نـام صـفـائـي

### ڪافي روپ جوڳ نمبر 281 ڪلواڙو

ڪـٺـي نـيـڻ نـهـار نـاز ٻـريـا ڪـنـهـن ويـلـهـه ڏڪـيءَ ڏي
(1) عشق انـدر ۾ لايـم دونـهـان، سـور سـيـئـي تـيـڙم سـونـهـان
سـيـنـي چـاڪ هـزار داغ سـويـن ٿـم دلـبـر دل تـي
(2) سُـهـمـن جـون نـت سـاڙيـم چـوڪـان
ڪـنـهـن دم گـهـر جـي يـار ڏکـيءَ سـان
ڪـرڻ خـوش گـفـتـار گـل رخـسـارون گـونـگـٽ ڪـولـي
(3) جـانـب جاڳـون لايـو لـوري، پـيـش پـيـم اچي جـهـجـڻ جـهـوري
ڏيـئـي غـمـن بـار مـاٽـن سـان مـن وڌو مـوهـي
(4) هنڌ حويليون ڪين وڻن تيون، پلنگ پٽڙتيون ڏنگ هڻن ٿيون
وسـريـم سـڀ سـيـنـگـار گـهـمـرن گـهـايـم اوهـان جـي
(5) پل پل پورن ساڙيم سرتيون، چڙه چڙه موجان سر اچن ٿيون
بـيـخـود بـي اخـتـيـار عشق ڪـيـو اچي مـحـب مـنـيءَ ڪـي
(6) جـوڙي جـادو لايـو جـانـي، تـاب حـسـن جـي ڪـيـڙم فـانـي
تـن مـن ۾ هـڪ تـار فـيـضـل ٻـيـو ڪـجـهـه ڪـيـن رهـيـوسـي

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 282 ڪلواڙو

الف هڪو تم بس آخوند، پيو نا سيڪارج مون
(1) برهه بنا سپ ويڙم وسري، معلم مار نه تون
(2) ورق وحدت جو عشق پڙهايم، ڪثرت ڪانهي بون
(3) رات ڏينهان تم تار طلب جي، رڳ رڳ ۾ رون رون
(4) عشق اتي نئين روح رلايو جاتي هان نه هون
(5) فيضل بيسر برهه بحر ۾، لهرن ڪيڙم لون

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 283 ڪلواڙو

پرين وري ڪر ڪو يال، دردن لُٽي ڪيم ديواني
(1) او جي ڳجهه ۾ ڪيون هُوَ ڳالهيون
موتي ملڻ جون پوليون چاليون
سي تان پنهل وري پال، قرب منجهارون ڪري مهرباني
(2) دردن دل ۾ لايم دونهان، سور سيئي تيڙم سونهان
هجر ڪيم هي حال، فڪر انهيءَ ۾ تيڙس فاني
(3) ڏيهه ڏکن جو عشق ڏيکاريم، جان جسم سپ سورن ڳاريم
رهيو وچي سو هڪ خيال، دو جڳ وسري ويڙم جاني
(4) نازن پنهنجن جيءَ جلايو تن من سارو سُهمن تايو
پرت ڪيم پئمال، هوند ويم هي حِسَ حيواني
(5) فيضل پنهنجو پاڻ نه پايان، ڳالهه ڳڻن جي ويڻي ڳايان
ڪيڙم نينهن نهال، سور سندم سپ سر احساني

## كافي روپ جوڳ نمبر 284 ڏاڏرو

پڇو عشق خبر ڪنهن انسان ڪنون
جنهن قربان ڪيتا سر سبحان ڪنون
(1) حضرت عشق بنا، سڀ حيوان ڪهون،
توڙي ملان قاضي مسلي دان ڪهون
توڙي عاقل دانا تي فرزان ڪهون،
ايهو راز پڇو ڪنهن ذيشان ڪنون
(2) پڇو خاص خبر ڪنهن پر جوش ڪنون،
شهنشاه حسن زهر نوش ڪنون
خود ميدان ڪريل دي سر پوش ڪنون،
يا وت مجني جهڙي ڪنهن مستان ڪنون
(3) پڇو شمس طبريز دي شاه ڪنون،
جنهن لاهه ڏتي ڪل چاهه ڪنون
شه منصور سول دي سر گواه ڪنون،
يا وت سرمد جهڙي ڪنهن جنگ جوان ڪنون
(4) پڇو نيه نيزي سر هسوار ڪنون،
صوفي شاهه شهيد بيدار ڪنون
جنهن سر گهور ڪيتا اپني يار ڪنون،
پڇو صاف خبر تنهن سلطان ڪنون
(5) پڇو بات بره دي فقير ڪنون،
فيضل درد والي ڪنهن دلگير ڪنون
سينا چاڪ جهيندا سوچير ڪنون،
پڇو درد تهين دي جند جان ڪنون

كافي روپ جوڳ نمبر 285 ڏاڏرو

( 1) نال غمازين نازين دلڙي لٽ ڳيا دلبر
بيخود كيتم بازين، شور شتوني كر كر
عشق اُلانبا لايم، تن من تابين تايم
( 2) گهور حسن دي گهايم، سر حملا كر هر هر
آپ سمنبر آهي، باز بچايم باكي
( 3) نينهن نهايت لاكي، چوڙ ڳيا وچ بر تر
در دين لايم ديري، دل وچ كر كر ڦيري
( 4) چاك فراقين تيري، چوري كيتم چرچر
ماس هڏينداً دم دم، پٽ پٽ كونداهي غم
( 5) حيلا هزارين كيتم، درد نہ ٿيا كجهہ كمتر
سينگيان سرتيان مل مل، طعني ڏينديان كل كل
جل ڳئي جوشين وچ دل، ڍڪ زهر دي ير ير
( 6) چاكين چوٽك لائي، جان لبان تي آئي
آمل جانب جائي، نہ تہ ويسان ئي مر مر
( 7) سي سي سختيان وس ڳيان، آس اميدان نس ڳيان
خواب خوشيان كل هس ڳيان، درد ڦرينداً در در
( 8) فيضل اولي گهولي، در دلبر دي گولي
درد ڏكان دي ڏولي، چم كر چاتم بر سر

## كافي روپ جوڳ نمبر 286 ڪلواڙو

ذات ظهورا ڪيتا، حسن ڳيا حيواني
وچ ميخاني وه وا، سير تيا سلطاني
( 1) لهر بحر دي لوڙي، ڏونس هزارين ڏوڙي
آپ لنگهيندا اوڙي، روۓ رضا رحماني
( 2) ذوق ظهورا ذاتي، عين تيا اثباتي
جهاتي دي وچ جهاتي، محض لقا لاثاني
( 3) حسن حقيقي هوڪا، عشق هلايا هرجا
ملڪ فلڪ وچ غوغا، ثابت سر سبحاني
( 4) نام ايهو نابودي، بود وڃا ڪر زودي
مارندا معبودي، پول سيي ڪر فاني
( 5) محب نہ غيرون ملدا، صحن صفا ڪر دل دا
فرق نہ فيضل تل دا، آپ اليندا جاني

## كافي روپ جوڳ نمبر 287 تن تار ناڈيگهينا

من منڙي توهين تون هڪ، اورنهين ڪوئي وا يار پيارو آ
( 1) آپ ٺهيندئين آپ ڍر هيندئين، آپ سهيندئين بار پيارو آ
( 2) آپ هلیندئين آپ چلیندئين، آپ تريندئين تار پيارو آ
( 3) آپ بڏيندئين آپ لڙهيندئين، آپ لنگهيندئين پار
( 4) آپ بلبل آپ گل ڦل، آپي ئي باغ بهار پيارو آ
( 5) آپ فيضل ني جان جهاني، هرگز هي اعتبار پيارو آ

## ڪافي روپ جوڳ نمبر 288 ايضن

ميرنهن مون ۾ يار مڙوئي، تون آن ڏوئڻ هار پيارو آ

(1) تون آن مطلق پاڪ پيارا، مون ۾ عيب هزار پيارو آ

(2) هيءَ نماڻي، عيبن هاڻي، ننگ سندوءِ ننگدار پيارو آ

(3) تون آن اوچڻ ڏڪ اگهاڙن، هي ڏلي ڏڪ يار پيارا آ

(4) ڪين ڪمايم، ڪين سمايم، ڪين ڪيم ڪم ڪار پيارو آ

(5) فيضل فاني فڪر فنا ۾، طلب ڪيم تقرار پيارو آ

## ڪافي سر جوڳ نمبر 289

آڙهه عشق آرائيني، سي سي سانگهه لنگهائيني، نال نگاهه پيارو آ

(1) زُلفان زابر دام گهتيندي، دلڙي دم دم لٽ نيندي

گيسو نانگ بڇائيني، مار سياهه پيارو آ

(2) جوڙ حسن دا جلوا جنگي، سر عشاقان رنگان رنگي

چشما تير چلائيني، چاڙهه سپاهه پيارو آ

(3) آپي قاتل بن ڪر آونديئن

سي سي عاشق ڪوٺ ڪهونديئن

سوري سر سلايئيني، چاهون چاهه پيارو آ

(4) دلڙي دلبر دست ڪيتوئي، نال نظر دي لٽ نيتوئي

تن من تاب تپائيني، بس پرواهه پيارو آ

(5) فيضل اصلون عشق اويڙا، سر عشاقان جڳ مڳ جهيڙا

شاهي شور مچائيني، شاهن شاهه پيارو آ

# کافي سر جوڳ نمبر 290

عجب رنگ لائيني آپ نکتي نازالائيني گل گفتار پيارو آ
(1) احدون احمد بن کر آپي برقا بشري پايوئي
انا احمد بلا ميم آپي آک سڻايوئي
سر انسان سڏاتي آپي هرجا رمز رلايوئي
گهر گهر لاڏ لڏائيني، سرا اسرار پيارو آ
(2) آدم تي رکـ عذر داڻيدا، بهشتون آپ تڙايوئي
ابراهيم خليل نبي کون آڙهـ
وچ اڙايوئي، اسماعيل کون زور ذبيـ دا آپ امر فرمايوئي
اهڙي حکم هلائيني، خود اختيار پيارو آ
(3) نوح نبي دي کشتي قربون، وچ طوفان ترايوئي
حضرت موسيٰ عـ نال حکم کر، آپ فرعون دلڙايوئي
سر ذکريادي کرت چلاکي، چاهون آپ چرايوئي
کيئي قتل کرائيني، لکـ هزار پيارو آ
(4) يونس نون وچ پيٽ مچي دي، آپي يار لنگهايوئي
حضرت يوسف شهر مصر وچ، ملهـ خريد چکايوئي
زور زليخا باهـ برهـ وچ، نازين نال جلايوئي
شور شهور مچائيني، گل رخسار پيارو آ
(5) شاهـ حسن کون جام زهردا پرتون آپ پلايوئي
مير حسين وچون کربل دي، قربون کوٹ کهايوئي
کوفي کون اتان خود آپي، کنان عشق کوايوئي
کوفي کون اتان خود آپي، کنان عشق کوايوئي
ميهن محبت دي وسائيني ابير بهار پيارو آ
(6) تسم باذني آپ کهاکي، کلڙي شمس کلايوئي
آپ انا الحق آکـ سوري تي، سر منصور سلايوئي
صوفي دا خود سر نيزي تي، شهر بشهر قرايوئي
ڏاڍي قرب کمائيني، فيضل يار پيارو آ

## كافي سر جوڳ نمبر 291

نينهن نسنگ نار وچون، جان پئي جلانو نديهون
بي خودي دي بحر وچون، خاص خود سماونديهون
(1) جتان كهندي جاءِ نهين، پره پكي دي پاءِ نهين
عشق دا عقاب اتان، روز پئي اڏاونديهون
(2) ديگ دل بجوش هي، دائم در خروش هي
تيك تهندي تاب كنون، هل حشر مچاونديهون
(3) كڏا كڏا آوندا، سيني وچ سماوندا
محويت دي محل وچون، صاف سر سڏاونديهون
(4) شرك شك حجاب دي، دور كر دلاب دي
هر طرف حبيب حكو پول كجهه نه پاُنديهون
(5) فيضل سمجهه سرسدا، جسم جان كر فدا
واقف كون حال دا، صبر سر سهاونديهون

## كافي سر جوڳ نمبر 292

بحر و حدت بي سري دي، كنڌي اور نه پار هي
عشق دي اويڙو چون، عاشق نگونسار هي
(1) جلوا حسن جا بجا، ظاهر ذات رخنما
گوناگون گل حسن دي، شرح نما شُمار هي
(2) برا بشري پاوندا، پير مُغان بن آوندا
سر عشاقان دي سداءِ، كوس دي پكار هي
(3) عشق اٿائي راند هي، سر نيزي دي پاندهي
گوءِ سيءِ غازي كتيندي، ڌڙ جهاندا ڏار هي
(4) بازو نهنگ ننا دا، چنگ پلنگ شينهن دا
سڌ تنهان كون تاب تهيندي سر جنهان دي بار هي
(5) نينهن والي ناز دا سمجهه كهن كون راز دا
باد خزان دي خرابي، محض گل بهار هي
(6) فيضل فهم درفنا، حال حلاجي آنا
سر صفا سر الاهي، سالكان سڏا رهي

## ڪافي سر جوڳ نمبر 293

اڄ گهوٽ آيم گهر اديون، ڇا چيز تن تون گهوريان
جند جان دل تن من سڄو سو بار قرباني ڪيان
(1) منصور واري مان تي، عاشق اچن انجام تي
ڪيم عشق امدادي اچي، ڪيئن سر نہ سينگاري ڏيان
(2) چاهي سر هڪ جان من، اڳتون پرين نازڪ بدن
صدقي ڪيان جي سو هجن، سر ساهہ دم دم درعيان
(3) جنهن سير سان سوين ڪنِ گُذر، هيڪار خوشبوءِ تي عطر
سئو شهر نهڪي سر بسر، ٿئي باغ بازار جي بيان
(4) نازڪ نظارو نينهن جو بي چون بي رنگ بس سرو
چوطرف تجلو تنهن سندو پل پل پسيون پجري هيان
(5) فيضل فڪر فاني ڪيو تهن تار ۾ گم ٿي ويو
باقي وڃي واحد رهيو ٽيو ڪوٽ ڪثرت جو زيان

## ڪافي سر جوڳ نمبر 294

انگ ازل جو آ، دلڙي دوست ڦاسايو
(1) جامو جسمي پائي پر تون، جانب جلويدار جوڳي ٿي هت آيو
(2) منتر لائي ويڙم من ۾ طلب حقيقي تار
(3) محبت شور مچايو دين ڪفر جو دفتر دوئي
عشق ڪيم اظهار، حيرت هوش گنوايو
(4) مسجد مندر دير دوارو هر رنگ ۾ هڪ يار سوئي پاڻ سمايو
(5) هر مظهر ۾ نينهن نظارو
سمجهن سي وينجهار، سوريءَ سر جن پايو
(6) فيضل تونئون برهہ جي بازي
سر نيزي ڏڙ ڏار، سڌڙين ڪي نہ سٺايو

## ڪافي سر جوڳ نمبر 295 تن تار

عشق دي الٽي چال، سمجهڻ مشڪل بازي
(1) بات برهه دي ڪون پڇاني
سمجهڻ سخت محال، مُنجهه ڳئي ملا قاضي
(2) حرف هدايت هادي ڏسدا
عين حقيقي حال، ٻي سڀ مفت مجازي
(3) عشق عقل دي سخت لڙائي
اڪبر جنگ جدال، ڪٽندي گوڪي غازي
(4) سي سي سختيئي سر عشاقان
ڪربل قرب ڪمال، پيئيندي بنده نوازي
(5) فيضل اصلون راهه آهين وچ
مرڻ محض وصال، اگهدي ٻي نهين آزي

## ڪافي سر جوڳ نمبر 219 تار ڪلواڙو

لاڳيم رانجهن لوري، عشق آرام نه ڏيندا
دل وچ باهه پيڙ ڪر، سينا سوز سڙيندا
(1) خواب قرار آرام ڳيم، سڀ خوشيان برهه وڃايان
سي سي درد اندوهه سڏا ڪي، لايم هجر لڙايا
چاهون چُم ڪر چاڻم، برسر بار غميندا
(2) سينگهيان سرتيان سڀ ڪل هنديان مين هڪ مفت ازاري
رانجهن يار نه اوندا تڪ تڪ چڪ رهيان لاچاري
ويتر درد بچاڪي ماڻي نال مريندا
(3) ڪيڙين پيڙين دا سٽ ويڙها ڪارڻ يار پياري
چوچي لارنگپور جلا ڪي ويسان تخت هزاري
مل سان نال صنم دي پنڌڙا ڪاٽ پٽيندا
(4) چاڪ فراقين چير جگر، دل تن من ڪيتم چوري
يار بنا ڦٽ مول نه چٽندي، مار گهتيم مهجوري
ڪهنڪون آک سڻاوان اپنا حال ڏکيندا
(5) ڪوس قتل ڪم ڪربل والا روز فراق وڪيندا
پُر ڪر پيالا زور زهر دا، پل پل عشق پليندا
فيضل نينهن نهايت اهڙي حڪم هليندا

## کافي سر جوگ نمبر 297

آپي دلبر آيا برقا پا کي بشر دا
چشمين نال ڳيان کاري کان قهر دا
(1) لک چپ چوري لاکر لوري، کر ڳيا کم قتل دا
آتش بازي لڳڑم جاري، جيءُ جگر پيا جل دا
باجهون يار پياري، هکدم ساهہ نہ سردا
(2) نوکان دم دم ڈيون چوکان، ابرو سيف سٹيندي
گيسو کالي نانگ نرالي، پل پل ڈيل ڈنگيندي
عاشق مفت مراکي، تلدا ترس نہ کردا
(3) زلفان زابر گهتندي هر هر، دل وچ دام قهاري
چنگ پلنگ بچيندي بر تر، باز صنم دي بري
نازين نال اٹا ڳيا، سر تي شور حشردا
(4) چوکنڊ جلوا جوڑ حسن دا، شوق شکار عشاقان
گهنڊ کر جاني ويکہ نهاني، لٹندا من مشتاقان
کيس کماوڻ کيتئي، سي سي پوش پهردا
(5) يوسف بڻ کر عشوي غمزي، لٹندا زور زليخا
ليلي دا کر يول بهانا، مجنا مست قرينداا
کيئي فرهاد قتل کر، پيئندا ذوق ظفر دا
(6) فيضل فاني باقي بالله، ڳئي سي وهم گماني
ذاتي نور ظهورا کيتا، ثابت سر سبحاني
اُس بڻ کون پڇائي- بي سر اونت بحر دا

## ڪافي سر جوڳ نمبر 298

چرڪو چوريم ڪين ڪي، آن ۾ جوڙيون ڪيئن اُٺائيان
جوڙيون ڪيئن اٺائيان، ڇا پينر ڏاج ٻڻائيان
(1) تند نہ ڪيتم سا اديون جا فر دا پلئي پائيان
سُٽ سمورو پٽ پڙو تم، ميسن شال منڊائيان
(2) راتيون گذريم خواب ۾، تي گهمندي ڏينهن لنگهائيان
آتڻ آيس ڪين جيجل، تاجي ڪيئن چڙهائيان
(3) هئي هئي انهي حال سان، مون ورڪي ڪيئن سيبائيان
ٻاجهون ٻاجهہ پرين ۾ جي، ٻيو آيل ڪک نہ پائيان
(4) عيفن جي اوڙاهہ ۾، سي پاند پائي آئيان
ڏوئڻ لئہ در دوست جي، مان ويٺي ور ور اجهائيان
(5) فيضل سوز فراق سان، ڇڏ روڪي سي وڏائيان
سڪ سوا هڪ يار جي، ٻيون وار سيئي وائيان

## ڪافي سر جوڳ نمبر 299

سر ٻنا سودو نہ سلي، ٻرهہ جي بازار ۾
ساهہ جو سانگو ڇڏي، ڏي سر وڃي واپار ۾
(1) سر سندو سانگو لڳي ڇا، عشق جي اسرار ۾
سر ڏني جي سر ملي، ڪر سو شڪر دربار ۾
(2) ٻرهہ جي بازي نہ سهنجي، ڪوٽ جيئن ڪيبار ۾
ڪوس ڪربل سر سدائي، وصل جي وٽڪار ۾
(3) سُڌ مڙي سدڙيا نہ ڪن، ڇئو نينهن ڪارونيار ۾
سِرُ ڪنيون جيڪي اچن، سي مر پون پاتار ۾
(4) سيج سوري عاشقن جي، شوق جي شمار ۾
در ٻلا مسرور دائم، جيئن گل ٻهار ۾
(5) سڪ سوا جيئڻ اجايو صاف هن سينسار ۾
محو تي فيضل مُدامي، دوست جي ديدار ۾

## ڪافي سر جوڳ حسيني نمبر 300

سرتيون سڪ وارن جون، باهيون بس نہ ڪن
روزان روز سوائي، سدان شال ٻرن
(1) دونهان درد وندن جا، دائم شال دکن پيا
ٻاري قلب ڪٺا هو ڪاڙهي منجهہ ڪڙهن
(2) آٽي عشق اندر ۾، لنبو لايم پر ۾
ساڙي تن من سارو وڌم سوز پرين
(3) ٻاري برهہ باهيون، دلبر ڏنم ڏاهيون
سيني منجهہ سدائين، محبت مچ مچن
(4) توڙان سورهہ سر جو رکن، ترس نہ تر جو
آڙهہ منجهہ اُمالڪ مرڪي مرد پون
(5) فيض عشق الاهي، ڏئي ٿو دم نہ ساهي
نئين نئين ناز پرينءَ جا، ساڙي ساهہ وجهن

## ڪافي سر جوڳ حسيني نمبر 301

نئين نئين نازن جوڙي، آتش لايم من ۾
سرتيون عشق اُلانبو توڙان لڳم تن ۾
(1) گل قل گل گلابي، نازڪ پوش نقابي
لائي شور شتابي چمڪن روز چمن ۾
(2) سي سي سرو صنوبر، سوسن روءِ منور
گيسو مشڪ معتبر، سرخي لعل لبن ۾
(3) لکين لعل لڪائي، گوهر بحر بقائي
جوڙي رونق جائي، سونهن خوب صحن ۾
(4) بُرقو بشري پائي، آيو ويس مٽائي
ويڙُم ييت بتائي، وجهي باهہ ٻرن ۾
جلوي حُسن جاني، فيضل ڪيم فاني
رهيم ڪانہ نشاني، بي سر بحر ڪن ۾

## كافي سر جوڳ نمبر 302

الــت ســمــاوڻ مشــكــل بـــازي عشــق دا الــثــا بـــاب
(1) كــون كــري جــنــگ نــال جــسـمدي، ٻاجــهـون نيــنـهـن نــواب
(2) مــلا قــاضــي مســلــي كـــردي، پــڙهــ پــڙهــ قــول كــتــاب
(3) عشـق حــقــدا هــوكــا ڏيــنــدي، لُــدنــي خــاص خــطــاب
(4) نــادر نــكــتــي نــيــنــهــن پــڙهــيــنــدا، نــازك تــي نــايــاب
(5) عشــق اٿــان نــيــن اكــيــان لايــان، ڏوهــ جــٿــان نــ ثــواب
(6) فــيــضــل فــانــي بــاقــي بــالله، جــل ٿــيــا غــيــر حــجــاب

## كافي سر جو نمبر 304

چــيــچــل چشــمــيــن نــال چــلاڳــيــا دل وچ تــهــري كــان
(1) ابــرو دلــبــر سـيــف سـكــيــلــي، مــژگــان تــيــر كــمــان
(2) آپ ڏكـــالـــي ڏي ڳـــيـــا دلـــب نــازيــن نــال نــران
(3) بــيــنــسر مــرلــي بــيــن وڄــاكــي، كــر ڳــيــا مــن مــســتــان
(4) جــوڳــيــاڻــي تــي جــانــب كــيــتــي، ڍونــڍســيــان بــيــبــان
(5) چــاهــون چُــم كــر چــاتــم ســر تــي، ســولــي دا ســا مــان
(6) فــيــضــل چــاكــيــن درد فــراقــيــن، كــيــتــم هُــن حــيــران

## ڪافي سر جوڳ حسيني نمبر 305

جانب جلويدار ڏاڍي لنئون لائي وئين
ڏاڍي لئون لائي وئين دلڙي ڦاسائي وئين
(1) نازون رختي پوش رکي تو رازون پنهنجوا ونت نہ ڏئين تو
ساز ڪري سينگار مچڙو مچائي وئين
(2) زلف چڏيا تي زابر چوڙيءَ عشاقن ڪي وڏڙءِ ٻوڙي
تاب حسن سان يار جيئڙو جلائي وئين
(3) ابرو هر هر سيف ستين تا، ڦتي دل کي روز ڦتن تا
تير اکين سان ڏار چوٽ سو چلائي وئين
(4) محب منيءَ کي وڏڙم ماريءَ موتي مُئيءَ کي پاڻ جيئاري
ڪولي گل رخسار روحڙو رلائي وئين
(5)ڪوڪ الستي ڪنين پيڙم، دو جڳهہ دل کان وسري ويڙم
جوڙي خاص خمار چاشني چکائي وئين
(6) مينهن محبت جويار وسائي، فيضل پنهنجو پاڻ پائين
اونهون سر اسرار پرين پرجهائي وئين

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 306 ڪلواڙو

مئي ڪون ڏونگر ڏورڻ ناتي، تون تہ آءَ پرين رس اج ميان
(1) روز پون تيون پيش پڪاران، او رو رو ڪيڙم رج ميان
(2) ڪين هلي تو وس ويچاريءَ هوتن سان ڪا حج ميان
(3) رند ڏسي روئي روز رڙان تي، او جيءَ اندر ۾ جهج ميان
(4) فيضل مُئيءَ جو ور وسيلو پاڻ پرين اچي پُج ميان

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 307 ڪلواڙو ۽ جوڳ بر

زوران زور نسنگ نعرو هڻي، اچي عشق اٿاريم اڄ ميان
(1) چڙهہ چڙهہ موجان حسن جون فوجان
او اچي امالڪ ڪڄ ميان
(2) وحدت ٻاجهون وار نہ واندي، ٻول سيئي ويم ٻيچ ميان
(3) پيل پاٿي ڪيو وهڻ وحدت جو
ويا سي وهي تنهن منجهہ ميان
(4) فيضل ساءِ صنم سدائين، ڪونہ رهيو ٻيو ڪجهہ ميان

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 308 ڪلواڙو

ڪين جهليوُڙي جيڏيون، ميان ويندي ڪيچ ڪهي
(1) پيڪن ڪان هن مُئي ڪي، ايهو ڏک ٻک ڏاڄ ڏهي
ڏونگر ٻابت ٻنديءَ جي، هو لکيو منجهہ وهي
(2) سرتيون پر جو پيرل جبل ۾، سوجهي ڪيم صحي
روز نهاريان راهہ پنهل جي، ايندم سار لهي
(3) آيس عشق اوڙ ۾، سڀ سختيون سور سهي
تن من ۾ هڪ تانگهہ پرين جي، ٻي سڀ بات رهي
(4) رات ڏيهان هڪ روڄ ۾، ويم وسري امر نهي
فيضل چُرڙ چواڪا تيا، هي ڳوڙها ڳل وهي

## روپ مانجهہ نمبر 309 کلواڙو

جيڏيون جي اندر ۾، اج چڪيا چاڪ چڪن
دل ۾ دم دم يار جا، اج پل پل پور پون ( 1)
چڪي چاڪ نوان تيا، هي سور ڪيئن سلجن
دونهان درد فراق جا، منجهہ دل جي روز دکن ( 2)
ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري، مر اندر ۾ ڪامن
ڳاٽ پري شب روز نهاريان، پاسي طرف پرين ( 3)
سگهہ صبر سين نينهن نيو نکو ننڊ آرام اکين
جهجهڻ جهوري جيءَ ۾، نت نديون نار وهن ( 4)
آٿي آب اکين مون، هي بوندا بس نہ ڪن
فيضل پار پرينءَ جي، نت نميون نيڻ پسن ( 5)
موتي محب ملير ڏي، من ماڳين ييرو ڪن

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 310 ڏاڏرو سمڙي

ڏاڍي رمز هٽي وئين يار، دلڙي ڦسائي دام ۾
تنهنجي برهہ ڪيم بيقرار، مست ڪرين وئين مام ۾
رات ڏيهان سک سوز اوهان جي، هجر ڪيم حيران ( 1)
وري وارث لهج سنيار، گولي گڏج هڪ گام ۾
دلڙي اوهان لئہ دوست سکي تي، محبت ڪيم مستان ( 2)
تنهنجي تن من ۾ تم تار، رگ رڳ سپ اندام ۾
سک صبر هڪ ساعت ناهي، نيڻن ننڊ حرام ( 3)
تنهنجي واٽ تڪيندي وار، سال لنگهيم انجام ۾
شرم ستر سپ سک وڃايم، فيضل طلب تمام ( 4)
نديون نت وهن تيون، نار عشق سندي اُڏام ۾

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 311 ايضن

ٿنهنجي هجر ڪيم هي حال، نت نهاريان ٿي رڙي
توريءَ هي ٻيا خيال، سڪ منجهون سي ويا سڙي

(1) رند ڏسي روئي روز رڙان ٿي، دم دم زارون زار
تون تان پاڻ پرين مُٺ يال، لائق ڏسي مئي ڏي لڙي

(2) ڳاٽ ٻري نت نار وهن ٿيون، پسي پرجي پار
توريءَ جيئڻ آهہ جنجال، گهاريان، مون ڪيئن هت گهڙي

(3) سنڌ سنڌ ۾ تم روز ازل کون، طلب اوهان جي تار
تنهنجي سڪ منجهون ٿيا سال، ساهہ اندر ۾ ويو سڙي

(4) فيضل سر قربان سڄڻ تون، ڪيڙم وارون وار
وري وڌوَ پيچ ڪمال، جان جسم سي ويم جڙي

## ڪافي روپ مانجهہ 312 ڏاڏرو

تون تہ وهيل واڳان وار، ماڳ مٺيءَ جي آءِ وري
تنهنجي برهہ ڪيم بيمار، مونجهہ ويڙس مري

(1) قيد منجهون ڪڍ ڪاٺياري کي، قادر يج ڪڙول
کولي ڪلف قلب جو يار، خبر مُئيءَ کي ڏي ڪري

(2) باندي خانو بيحد بڇڙو قيد پوي شل ڪونہ
اچي پاڻ لنگهائج پار، چاڪن چوري ڪيم چري

(3) ونگ وجهي وئين روز ازل کون، قيد ڪري اسير
ڏيئي وئين بيحد بارون بار، سورن جي سر تي ٻري

(4) فيضل آٽي فرض فنا ۾، عشق ڏنم الهام
تولئہ مال مڏي گهر بار، گهوري سي زيور ذري

## ڪافي روپ مانجھ 314 ڏيڍي

اٿـي جـاڳــو ڙي جـيـڏيــون، وئـي وهــامــي رات
(1) سنجهي ساري ڪين ڪي، پرهـ ڦٽي تي پرڀات
(2) اٿـي آڏيءَ رات جـي، ڪـر تـون لـطـيـفـي لات
(3) روئـي رت رنـدان تـي، هــي هــي هـيـهـات
(4) فـيـضـل پُـرجهـي پـاڻ ۾، ظـاهـر ڪر پـنـهـنـجي ذات

## ڪافي روپ مانجھ نمبر 315 ايضن

دلـبـر درونـدن سـان، هــي نــ گــهـرجــن مــاڻــا
(1) منجھ لون لونءَ جي لائي وئين لوري ميان، زهر تيم سي ڪاڻا
(2) هــيءَ نــمــاڻــي دردن هــاڻــي مــيــان، اوري تــي اوراڻــا
(3) محبت منيون ماٺ ڪيئن ڪن، ميان سور جٽي ساماڻا
(4) فيضل جاتـي، جاءِ نـ عقل جي ميـان، عشق اتي اوڏاڻا

## ڪافي روپ مانجھ نمبر 316 ڏيڍي

سـهـي اڄ سـور پـريـن جـا مـيـان، انـدر تـي اوسـاري
(1) ســاري رات فــراق ۾ او ســور ســحــر تـــي ســاري
(2) جــيــڏيــون جــي انــدر ۾ او ٻــاراڻــا تــي ٻــاري
(3) ونـدر جـي تــ وڻـان ۾ او هــڪـدم گـهـٽ نــ گـهـاري
(4) نـيـڻ ڪـيـون تـنـهـن پـار ڏي، او هـنـجـون جـر تـي هـاري
(5) فــيـضـل ڪـيـچـون شـل ڪـارڻـي، ايـنـدم واڳـان واري

### ڪافي سر مانجھ نمبر 317 ڏاڏرو

عشق وچي ڪيم عرش اتارو هوءِ هوا جاتي چنڊ نڪو تارو

(1) پيتم پيالو آب حياتي، مرڻ منديون نڪو موت مماتي،
ماريم شاهي نينهن نغارو

(2) طلب نہ جنت حور نہ رضوان، خوف نہ دوزخ
بيو نڪو پئو ميان، او دلبر دل ڪون دم نہ وسارو

(3) ماسو الله بيو ڪو نہ ترانو
جتي ڪتي جانب يار يگانو دين ڪفر منجھ نينهن نظارو

(4) سود ضرر جي صبر نہ ڪائي
رحمت لعنت ڳالهہ هڪائي
او فرق نہ فيضل ساجن سارو عشق وچي ڪيو عرش اتارو

### ڪافي روپ مانجہ 318 ڪلواڙو

پوش پهر وچ پردي آ ڪي عربي آپ سڏايا هي
عربي آپ سڏايا هي، خود برقا بشري پيا هيا

(1) بيچوني وچ چون بن آڪي، گوناگون سمايا هي
معبودي دا مام چياڪي، عابد آپ سڏايا هي

(2) وحدت ڪثرت رل مل ڪرڪي
رانجھن اي رنگ لايا هي
ملڪ فلڪ وچ شور شهانا، هوڪا آپ هلايا هي

(3) سمجهڻ مشڪل مام حقيقي شاهد عشق
بن آيا هي، سر سولي تي پڪڙ چڙهاڪي اناالحق آپ اُلايا هي

(4) طالب تي مطلوب سڏاڪي، اپنا ييت بتايا هي
فيضل ڪون وچارا، آيا عشق تہ اي ڳڻ ڳايا هي

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 319 ڪلواڙو

اندر جڳمڳ جهيڙي جام، آڙهہ عشق اڙيا هي
آڙهہ عشق اڙيا هي، سڀ طلسم ترز تڙيا هي
(1) لشڪر عقلي فوج نقلي، ڪوڙ ڪٽڪ سڀ ڀڄ ڳئي
فڪلي ڳئي سڀ خطري خام، چونڪي عشق چڙهايا هي
(2) جتڪت جلوا عين اظهاري، فوج حسن دي بيحد باري
وحدت وچ مقام، آپيئي آپ ڪڙايا هي
(3) شوق شهادت شور مچايا، ذوق اناالحق زور ڪهايا
هويا عشق امام، جانب جيءُ جڙايا هي
(4) فيضل اصلون احد احمد، ڦرهويا وچ ميم محمد
سمجهڻ مشڪل مام، ڪلمان پاڪ پڙهايا هي

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 320 ڪلواڙو

نئون نئون ناز سڄڻ جي سرتيون، ساهہ وڏم اڄ ساڙي
زلف جي بند ڪمند ڦاسائي، دلڙي نيم منجهہ ڏاڙي
(1) فالم فوج فراقي آندم، عشق متئون سر چاڙهي
چڪيل چاڪ چڪائي چوري، ڦٽ وڏائون ڦاڙي
(2) غفلت غير غماز غليظي، طلب ڪڍيم سڀ تاڙي
اندر باهر عين عجائب، درد وڏم دل ڪاڙهي
(3) توبهہ تقوا ترز تڙائي، نينهن نيم سڀ لاڙي
واحد عين رهيو سر وحدت، ويا سڀ تور ٽراڙي
(4) فرض فنا ۾ فاني ٿيو سي فيضل ڳوڙها ڳاڙي
ڪين منجهون خود ڪين سمائي، رڳ رڳ پئي منجهہ راڙي

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 321 ڪلواڙو

ڪنهن دم ويهي ڪين قضا ڪر، سانوڻ آيو سرهو يار
سانوڻ آيو سرهو يار، ساجن ويهي ڪين وسار
(1) هڪل هاري مندمو چاري، ساوڻ جاتي ڏينهڙا چار
سمهہ نہ تاڻي رُت وهاڻي، دست نہ ايندءِ پو دلدار
(2) ماتم لائي ننڊ ڦٽائي، ويهي ڪر تون هُو هُلڪار
تن من ۾ رک طلب تمامي، رڳ رڳ ۾ هڪ تار تنوار
(3) عشق عنايت نينهن نهايت، جنهن تن لڳڙو برهہ بهار
سوئي جاڻي سر سڃاڻي، ڪير لهي ڀيو ڪل ڪلتار
(4) فيضل چولي اندر ٻولي، رمز ربوبي سر اسرار
يار يڪائي وحدت وائي، هادي سو حق عين اظهار

## ڪافي روپ سورٺ ۽ مانجهہ نمبر 322 تن تار

گوءِ جي غازي ڪٽي، تان گوش ڪر گفتار هي
برہ جي بازار ۾ ڏي سر سنواري يار کي
(1) هي سر هڏ چم ڪي، بيڪار نا ڪنهن ڪم جي
جي ملي تان سو لڳين، سر گهور وٽ واپار کي
(2) دل منور حج اڪبر، سمجهہ صوفي تي صفا
عين آهيني منجهون، ڏس روبرو دلدار کي
(3) حال هردم چال پُر غم، ڳالهہ ڳجهي راز جي
رهہ رضا ۾ هر هميشہ، کڻ برهہ جي بار کي
(4) شور شهرت خاص خلعت، ڏک ڏولي زهر قوت
ڏاج ڏونگر سيج سوري، سمجهہ سر سينگار کي
(5) عشق آتش تيک تابش، جيءَ جُسي ۾ سو ٻريو
سڌ تهين کي سيک جي، ڪهڙي خبر ٻي ڏار کي
(6) فهم فيضل سخت مشڪل، بحر اونهون بي بيان
جي پيا پاتار ۾، سي ناسلن اسرار کي

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 323 ڏيدي

تـن مـارن ڪـار سـرتـيـون، مـانـدي هـيءَ تـي مـري
مـانـدي هـيءَ تـي مـري، سـاعـت ڪـيـن سـري
(1) تـن مـارن سـان سـرتـيـون، قـول ڪـيـا هـم ڪـيـئـي
ٻـول ٻـڌاهـم تـن سـان، ڪـيـئـن وسـاريـان ويـهـي
ويـم چـڏي ڏونـگـر ۾، هـي هـي هـيـڪـل ڪـري
(2) يـاد ڪـيـون مـاروئـڙا، رات ڏيـنـهـان پـئـي رووان،
درد انـدر جـون سـرتـيـون ڪـنـهـن کـي ڪـيـن چـوان،
ٻـاهـر ٻـاق نـہ نـڪـري، انـدر مـچ تـو ٻـري
(3) روز نـهـاريـان سـرتـيـون، راهہ پـريـن جـي نـڪـري،
پـيـر پـسـيـون ڳـل ڳـاڙيـان ڳـوڙهـا ڳـات پـري،
قـلـم قـضـا ڪـئـي مـئـي سـان، آيـس عـشـق اري
(4) فـريـب ڪـري ويـا مُـئـيءَ سـان، دلـڙي دوسـت ڦـري
هـنـدَ ڏسـي هـوتـن جـا، مـنـهـنـجـو جـيءُ تـو جـهـري
شـل ايـنـدم مـاڳـن تـي فـيـضـل پـيـر پـري

## ڪافي روپ مانجھہ نمبر 324 ڏيڍي

سوز تنھنجي سھٹل، جندڙي جلي تي ساري
ھڪ تہ نھوڙيم نازن، ٻي ماريس مونجھاري
(1) ٻانھن چوڙيلي مُئي جي منڙي سڪ سڪ ھٽڙي،
ڪالھہ سيبايئي سھجون اڄ تہ ڏنئي ڪيئن پُٺڙي
ھيئن نہ مناسب ھُيڙءِ جيئن ڪري وئين ڪاري
(2) جي نہ ڳنڍڻ جي ھُيڙءِ، اڳ نہ اچين ھان اوري،
دلڙي ڏتاريئي ڀھريون چاھ منجھون ئي چوري،
ھئن نہ رسج تون ھاٹي، ڳالھہ سامي ڳاري
(3) ڏوتيم جنھن ڪري ڏڙيون، ھس تہ اجاري ھاٹي،
ٻاڻ وڃايم ٻاھيون نظريم سي سپ گھٹي،
تول تڙي تو توريءِ زھر تيم پاتاري
(4) گھر زيور ڪنگڻ ڪڙيون، اڄ نہ وٹن تيون ڙي اديون
ھنڌ حويليون مُئي ڪي، تير ھٹن تيون ڙي اديون
سينڌ سُندر سر گيسو ڪئين ڪري ڪاٹياري
(5) نت نہ سيبائي پينر، ٻول پڄي ڪيان پورا،
ري پرينءَ جي فيضل زيب زينت سپ گھوريان،
لوح قلم ڪون لڳم، نوڪ نيڻ، جي لاري

## ڪافي روپ مانجھہ نمبر 325 ڏاڍرو

تنھنجي برھہ ڪيم بيتاب، محبت من منجھہ مچ مچايو
(1) ھيئن نہ گھرجن دلبر ھاٹي، ماٹا مُئي سان يار
ساڙي ڪيم سوز ڪباب، نازن تنھنجن جيءَ جلايو
(2) زلفن دلڙي زور لٹي نيم، وڃھي ونگ ھزار
ڏيئي حسن تاب شتاب، نيڻ ٻحري باز ٻچايو
(3) شرم ستر ننگ نام سيوئي، ٻوڙيم ٻي اختيار
ھجي ويم غير حجاب، عشق اندر منجھہ لنبو لايو
(4) ڏين ڏرم سپ برھہ پُلايم، سونھن وڃائي سار
پسي تجلو منھن مھتاب، فيضل حيرت ھوش گنوايو

## ڪافي روپ مانجھ نمبر 326 ع ڏاڏرو

اڃي عشق ڪيم اظهار لاڳاپا سڀ لوڪون لاهي
(1) خواب خوشيون سڀ سڪ وڃايم، ڏيئي تاب تمام
ساڙي وڌيم سڀ وٽڪار باه ڏيئي چوطرفين تاهي
(2) اڏا اُميد نہ آسرو ڪو رهيم توريءَ جام
تنهنجي نينهن ڪيم نروار شڪ شبها سڀ شرڪ نباهي
(3) شهر ڀنڀورون تي ننڌر نڪتس، ڪري گوندر گام
پرين پاڻ لنگهايم پار ڏک جبل سڀ ڏونگر ڊاهي
(4) جيءَ جسم جند جان تمامي، هُڳن منجهہ حمام
آيم فيضل باري بار ناز پريءَ جو سر تي ڪاهي

## ڪافي روپ مانجھ نمبر 327 ڏيڍي

چار ڏهاڙا تي ڏينهن، اٿي ڪر ڪواڄ پنڌ پريءَ ڏي
(1) قوڳ قلاريا تنهن ڏيهہ جا، ماڳين اُتڙا سَوَ مينهن
(2) ويهہ نہ وڃ تي تون وسيلي، جال ٻُجهن ٽا جٽ شينهن
(3) رڃ بلائون تنهن راهہ ۾ نال بورائو ڪڙ نينهن
(4) فيضل اوکيون چاڙيون اڳيون، ييڙ يٽن جي تي پينهن

## کافي روپ مانجھ نمبر 328 کلواڑو

سوز صنم دا سینے دي وچ، شاهي شور مچایا هي
هستي هووڻ هوش گواکي، عشق اُلانبا لایا هي
(1) نت نت ناز تراز نوین کر، جانب جي جلایا هي
تجلا تاب حسن دلبر دا، روزون روز سوایا هي
(2) عاشق هوکي حق دي کهندي، اولا عشق اڈایا هي
ظاهر باطن عین اُهو ئي، سارا آپ سمایا هي
(3) معبودي دا ویس متاکي، عابد نام سڈایا هي
برقا بشري پاکر آپي، گوناگون بن آیا هي
(4) پیر مفان خود آپي بن کر، اپنا ییت بنایا هي
راز نهاني کول پدر کر، سارا سر سمجهایا هي
(5) باهه برهه دي سمجهڻ مشکل، یولا آپ یلایا هي
عشق بنا اس لهر بحر دا، ہي کنهن ییت نه پایا هي
(6) باجهون سوز صنم دي فیضل، جیوڻ محض اجایا هي
سمجهه صحیح کر دو جگ دي وچ، عشق عجائب سرمایا هي

## کافي روپ مانجھ نمبر 329 کلواڑو

پوش پهر کر پردي وچ، خود پیر مفان بن اونداهي
جام خمر دا ڈي کر زوري، دلڑي لٹ لٹ جونداهي
(1) رخ روشن مهتاب صنم دا، شمس قمر شر مونداهي
چهرا لعل لبیندا وه وا، لعلي لعل لجونداهي
(2) نین سجڻ دي کیبر قهري، باکي باز بچونداهي
ناز ترازین نال دماندم، سینا سوز ستونداهي
(3) پردي وچ پرزور نظر کر، شاهي شور مچونداهي
درد غمان دي بار اٹا کر، خون جگر نت کونداهي
(4) جلوا جوڑ جمال حسن دا، سي سي کیس کمونداهي
حملا کر سر عاشق دي، سي هستي هوش گونداهي
(5) فکر فنا وچ فاني کر کي فیضل صاف سمونداهي
ینکر یولا وهم دوئي دا، ڳیت انا الحق ڳونداهي

## ڪافي روپ مانجھہ نمبر 330 ڏاڏرو

مُٺي ڏي نيڻ ڪنيون تہ نهار دلبر يار پيارو آ
کولي گهونگٽ منهن ڏيکار گل رخسار پيارو آ
(1) خواب خوشيون سڀ سک وڃايم، ڏيئي ڏکن بار
وسري ويم سڀ سينگار، گل رخسار پيارو آ
(2) رات ڏينهان ويٺي راهہ نهاريان، رويون زارون زار
اچي عشق ڪيم لاچار، گل رخسار پيارو آ
(3) نئين نئين نازن سخت ستائي، ڪيڙم بي اختيار
ساري لهج پڻ سنيار، گ رخسار پيارو آ
(4) روز وجهان تي ويٺي ڦاران، پيون تنهنجي پار
وري ايندين ڪهڙي وار، گل رخسار پيارو آ
(5) هيڻن نہ گهرجن ايذا ماٺا، دکين سان دلدار
پڇڻ لازم آيا بيمار، گل رخسار پيارو آ
(6) فيضل سينو سورن ڪيڙم، چيري چاڪ هزار
ڪر ڪا ڳنڍڻ جي گفتار، گل رخسار پيارو آ

## ڪافي روپ مانجھہ نمبر 331 ڏاڏرو

سرتيون ڪالھہ قطارون ڪونجن جون، ڪوڙتين ولر ڪيون، ڪاهي ڪيچ ويون
(1) اندر عشق اڪير تن کي، طلب وطن جي تمام
لکين لک لنگهي، ڪاٽي ڪين سنگي
پنهنجي پرينءَ جي وچي پيش پيون
(2) سک صبر آرام نڪو تن نيٺن ننڊ حرام
چڏي ڪيچ ڪوڏيم چونڊبي
محض موتي، ڪيائون قوت پنهنجو جوهر جال ڪيون
(3) ڪر ڪا ڪنديون ويون ڪيچ ڏي بڌي عشق سندو احرام
لاهي لوڪ ليا چڏي سنگ سيا
پهتيون ديس پنهنجي، منڙي لات ليون
(4) سک منجهون سوري بازريون، وچي ڪيائون ڪيچ قيام
تن جا پير پسي رج اٿي رسي، جاٽي اُهي ويون واٽ واڪا ڪيون
(5) فيضل سمجهي فراق تن جو ڪر ڪوهل هگام، لائي درد ڏڙي
منجهون قلب ڪڙهي، وچ پار پرين جي شبروز ڏيون

## ڪافي روپ مانجهه نمبر 332 ڏاڏرو

ڪيئن سيبائين ڪانڌ ڪي، ڪيئہ جاڳڻ سان جار نہ
ڪيئہ جاڳڻ سان جار نہ، ٽڪ پيئر سريئہ سينگار نہ
(1) سينڌ ماڳ چڏي سڀ، ڪر ڪوهُچي ۾ هار نہ
دل سينگاري درد سان، چڏ طلب سندي تار نہ
(2) ايت الاٽي ويسلي، رکيئي آتڻ سان آر نہ
ڪاڏنهہ ڪنديڻ ڪپڙا، ڪيئہ ڪتڻ جي ڪار نہ
(3) سورن جو سندرو ٻڌي، لهہ سڪن جي سار نہ
رات ڏيهان ڪر ياد يڪي، منجهہ غفلت گذار نہ
(4) دوست بنا هڪ پلڪ نہ پاسي، گهت گهڙي گهار نہ
خطرا وهم تڙي سڀ، تي دم دلبر ڪنئن ڏار نہ
(5) ٻاجهون هوت ٻروچ جي، ٻڌ ٻي ڪا گفتار نہ
سڪ سمهڻ سڀ ٻن ڏيئي، چڏ وحدت ڪي وار نہ
(6) فرض فنا ۾ فاني ٿي، ڪر فيضل انڪار نہ
باقي يار يڳا نو ٿي، ٻيو يانئج اغيار نہ

## ڪافي روپ مانجهہ نمبر 332 ڪلواڙو

ڪيچي رات ڪري ويا لٽ سات سنجهي ڪاهيون
سات سنجهي ڪاهيون تہ ويڙم جت نہ جاڳايون
(1) بات بلوچ پاڻ ۾، ڪري هاجان هيائون
ايذَ ڪلون ايشي ايئن، پوءِ چڙهندي چيائون
(2) ور ۾ ور هو ڪو نہ ڪو ڪيم ڏيرن ڏاڍايون
چوريءَ ڪسي رڻ ۾ چڏي ويا، لڪئي جون لايون
(3) ساجهر جاڳي سهج مون، جان جاچيم جاڳاهيون
هوت نہ هنڌن تي ڏسي، پيم لونءَ لونءَ ۾ باهيون
(4) رند پرينءَ جو روهہ ۾، پڪ پاتم واجهايون
دل نہ مونجهي ٿي اجهو اڄ ايندم ايذاهون
(5) فيضل پرَ جي پير سان، وچ پاڻ ڳچي پايون
وندر جي وڻڪار ۾، ٿي وصل سنديون وايون

## كافي روپ مانجهہ نمبر 333 كلواڑو

نوشا باندي طرف سكندر، آپ وكيل بن آيا هي
آپ وكيل بن آيا هي، قاصد نام سڈايا هي
(1) ويس لبيس وكيلاندي كر، شاهي پير پلايا هي
تخت شهانا چوڑ تڈاهون، خرقا خاكي پايا هي
(2) نوشا باندا من مورت، وچ شهنشاهہ پرايا هي
حشمت تاب تهيندا زوري، هر جا حكم هلايا هي
(3) ڦوك آڙاهہ پاندا وچ جائي، عشق اُلانبا لايا هي
مچ محبت دي باهہ پيڑكر، سارا جسم جلايا هي
(4) وحدت وچ وهلو ڦرا كر، در در نيهہ نچايا هي
پن كر پولا شرك شبهہ دا، سارا آپ سمايا هي
(5) فيضل تلدا فرق نہ پاوين، پير مغان سر مايا هي
برقا بشري پاكر آپي، اپنا پيت بنايا هي

## كافي روپ مانجهہ نمبر 334

ملان شال تن ماروئڑن سان، او جن جي اٿم اُكير
(1) سرتيون سك پرينءَ جي، او ساڙيم ساهہ سرير
(2) پٽ پهرينديس كين كي، او لوئي اباڻي ٿم لير
(3) قسمت آڻي هن كوٽ ۾، او كيڙم قيد اسير
(4) هرگز ويندس اُڏهين، او ٿوڙي جيل زنجير
(5) پكا پكن سائهان، اونئين تہ اڏيندس امير
(6) اُنڙم ديس پرين جو او گل ڦل ٿيم ملير
فيضل ماڳ مارن جو ٿيڙم اڄ سو كشمير

## كافي روپ مانجهہ نمبر 335

آيو پرين اج مهر منجهاران، او حاصل تيم حضور
(1) برهہ بهاريئي لائيو او صحن سجو تيڙم نور
(2) مليسي عيب مئي جا، او پاڻ کيائون منظور
(3) نيڻ کيون کهن ناز سان، اوچت کيائون چور
(4) مان جي عشق عجيب جي، او صاف کيوم صدور
(5) فيضل فرق نہ وار جو کيڙم ذات ظهور

## كافي سر روپ مانجهہ نمبر 336

وهہ وا حضرت عشق حقيقي، جس ني لعل لکايا هي
جس ني لعل لکايا هي، آگ اندر وچ لايا هي
برقا بشري پوش پهرکي، اپنا ييت بتايا هي
سر وحدت دا سرک پلاکر، مست الست ڦرايا هي
تن من دي وچ تانگهہ الستي، بيحد برهہ بچايا هي
رونق راز رموز ربوبي، شاهي شور مچايا هي
دم دم دي وچ سير سيوئي، سر اسرار بن آيا هي
و في انفسکم ويک نظارا، بيرنگ پول پلايا هي
برهہ بنا وچ دور دنيا دي، جيوڻ مفت اجايا هي
عشق عنايت عين هدايت، دو جگ داسر مايا هي
فيضل کون فقير وچارا، جانب جوت جڳايا هي
بحر برهہ وچ فاني کرکي، سوئي آپ سمايا هي

## ڪافي سر روپ مانجهه نمبر 337

دردو اندوهه صنم سڀ سرتيون، سندڙم ساهه سباڻا
سندڙم ساهه سباڻا، محض پرينءَ جا ماڻا
(1) سيني ۾ نت سانديان ويني، سرتيون سور پراڻا
دل ڪون وسري ويم سيئي، سهج سکن جا تاڻا
(2) سمر سور منا من مُئي جا، ساٿي سک سڃاڻا
جاتي جاءِ نه گهن گهُمَڪَ جي، تا تي ڪرن وراڻا
(3) رڻ پٽ روهه پَڌَر بر پوٺا، تاک ولهن جا تاڻا
ڇيت ڇريون ڇپ ڏک جبل جا، غالي سيج وهاڻا
(4) لحم لنگن جو قوت قديمي، ڪاج عشاقن ڪاڻا
جور جفا غم رنج الم سڀ، تحفا پرت پڄاڻا
(5) عشق نه اٽڪل چرچي بازي، سر سوريءَ تي جاڻا
هستي غير حجاب وڃائي، ڪيڙم يار تڪاڻا
(6) فيضل اصلون در دلبر جي، عاشق مفت وڪاڻا
جي ڪجهه ملهه نه ڄاڻن، سي خود پاڻ سماڻا

## ڪافي سر روپ مانجهہ نمبر 338 جملہ

بازو ناز بچائي دلبر، ماڻن ساڻ نہ مار
ماڻن ساڻ نہ مار نيڻ ڪنيون تہ نهار
(1) ناز حسن جي نوڪن چيري، چاڪ ڪيم دل يار
درد وندن سان ايڏا ماڻا، گهرجن نا دلدار
(2) جو تڪ لائي ويم جڳائي، سر تيون سور هزار
دردن آڻي ڪيڙم هاڻي، بس خود بي اختيار
(3) رڳ رڳ اندر ڪاري ٻر ٻر، عشق سندو آزار
اکڙيون جاري دل افگاري، سر تي سورن بار
(4) جيءُ ۾ جهيجو ڪامڻ ڪيجو مونجهہ ملامت ڏار
نت اوچنگارون پون پڪارون، عرش لنگهي هو پار
(5) چرم ڏرم ننگ نام وڃائي، ڪينڙم لوڪ ميار
زوران زوري لائي لوري، عشق ڪيم اظهار
(6) شاهہ حسين ڪي شاهد آهي، مهر منجهون منثار
محبت واري محروحن تي، جلوو گل رخسار
(7) فيضل ٻولي ٻاڦ نہ ڪولي، ٻاهر طلب تنوار
وَ في انفُسڪُم سر سمجهي دم، پيهي وڃ تار

## ڪافي سر روپ مانجهہ 339

تنهنجي برهہ ڪيم بيمار دلبر يار پيارو آ
دارون درد سندم ديدار سهڻل يار پيارو آ
(1) جرح جگر ۾ لايم جاري، حب حسن جي يار
دلڙي درد ڪيم لاچار دلبر يار پيارو آ
(2) جوڳياڻي تي جانب وڙيم، بر بحر بازار
ڪانهي سماعت صبر قرار دلبر يار پيارو آ
(3) جان جسم سڀ نينهن نهوڙي، سنڌ سنڌ ڪيڙم ڏار
هن مُئي جي محب لهج ڪا سار دلبر پار پيارو آ
(4) روز ازل کان يار سهايم، سر تي برهہ بار
انڙم توڙان بوند بهار دلبر يار پيارو آ
(5) فيضل هستي هوند وڃائي، عشق ڪيم اظهار
تيڙس بي خود بي اختيار دلبر يار پيارو آ

## ڪافي سر روپ مانجھ ۾ جوڳ ۾ 340

ڏئي باھ شھر ڀنڀور کي، ھل ھوت ڏي رستو ورتي
شب روز رڙ سڪ سوز سان، پنڌ کان نہ ڪر ڪو دم گھٽي
(1) روئي رندن تي رت ڦڙا، ھل ڪيچ ڏي ھٿڙا ڪنيون
محبت سندي ميدان ۾، پڌ صاف سورن جي پٽي
(2) وڃ واٽ سان واڪا ڪيون، ساعت نہ ساھي ڪر سُمھي
بر ٿر جبل رڻ راھ ۾، ڪر پيڙ جو شان ڏي جھٽي
(3) اڱتون انھي بيابان ۾، سنگت نہ ساٿي ٿو سجھي
بايد برائو بوھہ جو ڪٽي ساڻ پٺو پر جي پُٽي
(4) بر ۾ بلائون ٿيون پُڇھن، سڏڙا سٽي بيدار ٿي
سعيو سفر جو ڪر سگھو نہ تہ ھٿ ملنديئہ پوءِ مٽي
(5) دارون برھہ بيمار کي، غم درد سورن جو ڪپي
پرھيز پڪ دارين ڪان، خوراڪ رت جيرن سٽي
(6) فيضل نفي نابود ٿي، پس پاڻ ۾ معبود کي
ناپيد نڪتو نينھن جو سر سمجھہ دل دردن ڦٽي

## ڪافي سر روپ مانجھہ ۾ جوڳ نمبر 341

مھتاب مُنھن محبوب جو جلوو ڏٺم سارو جھان
فَثَمّ وَجہُ اللہ ٿيو قبلو ھم ڪو نو مڪام
(1) ٿيو ھر طرف موجود حق، وسري ويم سفلي سب
ڪعبي اندر ڪاڏي ڪري، منھن بار کي سجدو ڏيان
(2) دل عرش ڪعبو عاشقن، مسجد سچو عالم سندن
محراب منھن معشوق جو جاڏي ڪن سي رخ سوان
(3) احوال نادر عشق جو بي اونت اولغون سر سچو
ڪيئن ڪو پروڙي نينھن ري، باتيون برھہ جون بي بيان
(4) جيڪي مقالي علم جا، اکر پڙھي عالم ٿيا
سمي راز لُدني ڪان رھي، پيا مامليٰ ۾ رائگان
(5) جنھن ورق وحدت جو پڙھيو فيضل فنا في اللہ ٿيو
تنھن کي بقيٰ باللہ ۾، نيو ذوق ذاتي بي گمان

## ڪافي سر روپ مانجهہ 342

باهہ برهہ جي مچ ۾ هر دم، عاشق جان جلائن تا
(1) سر تي سختيون سور سهائي، پيچ پرين سان پائن تا
خون جگر جو خورش ڪري، غم درد دوا ئي پائن تا
(2) هن هن ڪون پرهيز مدامي، ڪنڌ ڪنهن ڏي نہ ڦيرائن تا
برهہ سندي باز ۾ سر ڏيئي، وڃ وصال وهائن تا
(3) مُوَ ٿُوَ قبلا موت پرائي، پڙ ميدان ملهائن تا
حال حلا جي منصب ماڻي، سوري سِرُ سلائن تا
(4) اهڙي حال عجائب سان، سي ناتو توڙ نيائن تا
وحدت جي درياهہ منجهان، ڏيئي غوطو راند رسائن تا
(5) بحر انهيءَ محو مدامي، فيضل روح رهائن تا
تار تنهن ۾ دلمل تي خود، سوئي صاف سمائن تا

## ڪافي سر روپ مانجهہ نمبر 343

ديدان دلبر باز ستمگر، دم دم ڏيندايان جهڙيان وي
نال نظر دي ظابر زوري، چوٽڪ لاڪہ لڙيان وي
(1) چٽڪي جٽ شهباز شهاني، ڪيا اٿ چرپر چڙيان وي
دلڙي چست چنبين وچ چاڪر، نينديان نال جهپڙيان وي
(2) فوج حسن دي فالم ڪرڪي، شوق شڪار دي چڙهيان وي
مشتا قاندي مارڻ ٻاجهون، رهنديان مول نہ مڙيان وي
(3) زلفان ڪنڌ ڪمند قهاري، گهتدي ونگ وڪوڙيان وي
ابرو قوص ڪمان نت نوڪان، تير تکي سدڙيان وي
(4) رخ روشن محبوب فزون تر، شمس قمر ڪيا ڪريدا وي
تاب جنهين ڪوه طور جليندا، ڪيا اٿ جسمين مڙهيا وي
(5) علم عقل دي جانہ جتانهين، اکيان اٿ وچ اڙيان وي
جلوا ويک جمال صنم دا، اٿڪ اٿانهين ڪڙيان وي
(6) سوز صنم دي صول صدر وچ، دمدم لئينديان ڏڙيان وي
باهہ برهہ دي مچ وچ فيضل، سڙديان رگ رگ سڙيان وي

## ڪافي روپ راڳو 344 ڏيدي

سوئي آهين سر ساري جنهن لئه وتين تون وڪاڻي

(1) عشق اشارو سمجهه سو الله، ٻيو ڪوئي اور نه ڄاڻي

(2) چون منجهون بيچون تو ٻولي، اونهين ۾ اهڃاڻي

(3) دم دم ۾ خود خيال ختم جو سالڪ سمجهه سڃاڻي

(4) نيضل فاني باقي باالله، صوفي سوئي سر سماڻي

## ڪافي روپ راڳو 345 ڏيدي

جام جڏان دشتون دلبر پيتم، تيڙس مستون مست خمار

(1) چڙهه چڙهه موجان مستي واليان، اوندي ني سر تارون تار

(2) اي هستي سڀ چوڙ ستيو سي، برهه ڪيتم نئين بي اختيار

(3) حيرت وچ حيران ٿيو سي، ويک حسن دي گرم بزار

(4) نيضل ساءِ سمجهه اٿاهين، ڪون الينداا اي گفتار

## ڪافي روپ راڳو 346 ڏيدي

سرتيون هوت ٻروچ جو مٺي ڪي آيل ڏير ڪو ڏس

مُٺي ڪي آيل ڏيو ڪو ڏس، گهوٽ ويو ڪهڙي گس

(1) ڏير مُٺي سان ڏاڍ ڪري ويا، ڪو نه هليو مون وس ميان

(2) ڏونگر ڏورڻ باب بندي جي، قلم لکيو هو مس ميان

(3) سک صبر هڪ ساعت ناهي، برهه ڪيم بيوس ميان

(4) وفي انفسڪم مام ڏيئي ويا، فيضل پُرجهي پس ميان

## ڪافي روپ راڳو 347 ڏيدي

سرتيون پير پنهل جو مان ته روز نهاريان ٿي رڙي

(1) نيڻ مليندي صبح ساريم، رات ڪوهيارل ويو چڙهي

(2) وات تڪيندي ورهه لنگهي ويا، آنءُ پانشيان ٿي هڪ گهڙي

(3) دلڙي مُٺي جي منجهه ماتم جي، سوز انهيءَ ۾ وئي سڙي

(4) نار وهي تيون فيضل نديون، ڳلن مون ڳوڙها ڳڙي

### ڪافي روپ راڳ 348 ڏيڏي

هي هي پنيور ۾، مون سان جاڙ ڪئي تہ جتن
(1) ڪُهي ويڙم ڪاتئين ميان، اُهي ڪنل ڪيئن ڪتن
(2) سيج سمهڻ سپ زهر تيڙم، مون کي لڳڙي واءِ وطن
(3) جن کي لڳڙي نوڪ نيڻن جي، سي ماٺ منيون ڪيئن ڪن
(4) فيضل جيئي لوچن لڪيون، اوهي سوري پاڻ پسن

### ڪافي روپ راڳ 349 ڏيڏي

ڏونگر ڙي هوت بلوچ جي، تون تہ خبر مُئي کي ڏي ڪري
(1) گهوت تہ ڪهڙي گس ويو ميان، ڪيچون ڪڏهن ايندو وري
(2) پلڪ پلڪ ۾ پور پون تا، چاڪن چوري ڪيم چري
(3) ڏونگر ڏاگهن ڏيل ڏڪايو مونجهہ منجهون ويڙس مري
(4) فيضل مُئي کي مام ڏيئي ويا، دردن جي ڪولي دري

### ڪافي روپ راڳ 350 ڏيڏي

هي هي سرتيون ڪين جهليو مان ويندس پاڻ وڃائي
مان ويندس پاڻ وڃائي، مون کي راڻل ڏيو ريجهائي
(1) ويري مُئي سان وير ڪري ويا، راڻو رات رنڀائي
(2) مام ڏيئي ويا ڪام ڪتيءَ کي، گهور انهيءَ سان گهائي
(3) ڏوهہ ڏيان ڪنهن کي لڪئي لايم، سرتيون سومل چاهي
(4) ڏيت ماڻيندس ڏوليو پنهنجو ڪاڪ چڏيم هت ڏاهي
(5) رڳ رڳ منجهہ هٽي ويم فيضل، ميخ محبت جي ڏاهي

## ڪافي روپ راڳو نمبر 351 ايضن جملہ

رات اچي راڳي ڪاڪ وسايو اندر باغ بهار لڳي
اندر باغ بهار لڳي، چوڪنڊ مشڪ عطر هٻڪار لڳي
(1) ڪاڪ ڪڪوري گل ڦل ٽيڙا، پؤنرن جي پٽڪار لڳي
(2) ڳوَنرَ مٿي سر ڪاڪل ڪليا، سودو سر بازار لڳي
(3) ڇَتون ڇپها ڪيڪ ٻاپيها، طرحين طرحين تنوار لڳي
(4) چوٽ چمن ۾ بلبل ٻولي، سارو سر اسرار لڳي
(5) وڻ ٽڻ ۾ خود نينهن نظارو فيضل عين اظهار لڳي

## ڪافي روپ راڳو 352 ڏيڍي

روح ڪٺي ويم راڳل سرتيون، بت ڇڏي هت باقي
بت ڇڏي هت باقي، وڃي ويندا ٽي خود باقي
(1) ڪاڪ ڪکن ۾ سرتيون ساعت، رهنديس ڪين اوطاقي
(2) لائي بسم پيوت بدن کي، خاڪ ڪندين تن خاڪي
(3) درد ڏکن جي روز ازل ڪون، سُرڪ پياريم ساقي
(4) پل پل پور پون تا من ۾، سرتيون سوز فراقي
(5) جان جسم سڀ جيجل جهوري، نيست ڪيم غمناڪي
(6) فيضل روز وجهان ٽي ڦارون، ٽيندم ڪڏهن ملاقي

## ڪافي روپ راڳو 354 ڏيڍي

جوڳيئڙا جڙ لائي ويڙم، جي اندر ۾ جاري
(1) دست ڪٽاري سر تي سالهو ڏيئي ويم ڪالهہ ڏيڪاري
(2) زابر زورو وجهي ويم جوڙيء دل ۾ دام ڦهاري
(3) ڪنهن سان ويهي سور ورچيان، ڪانهي محبت ماري
(4) عشق اُتي نئين ديدان لايون، جاتي وسن ويچاري
(5) مينهن محبت جو نينهن وسايو لايم برهہ بهاري
(6) فرق ڇڏي ڏس فيضل من ۾، وصل سندي گلزاري

## ڪافي سر راڻو نمبر 355

جيجل منهنجي جيءَ ۾ راڄ پور ٿا پون، تہ ستا سور ٿا اُٿن

(1) ڪاهہ سپاهہ فراق جي، سوين تير ٿا سٽن

جوش خروش قلوب ۾، لڪ لهريون ٿيون چڙهن

(2) سوز گداز ڪلور مان، دل جيرا ٿا ڪڙهن

باهہ آڙاهہ اويڙ ۾، سڀ عضوا ٿا سڙن

(3) ڪوهہ اندر عجيب لئہ، ٿا من ۾ ڳچ ڳرن

لوري جهوري جيءَ ۾ ٿا چڪيا چاڪ چڪن

(4) اکيون تڪيون پار ڏي، شبروز ٿيون رڙن

رم جهم لائي مينهن جان، ٿيون بوند ان بس نہ ڪن

(5) ڳالهيون چاليون يار جون، سي ياد ٿيون اچن

چير اکير وجود ۾ ٿا ويتر وڌ وجهن

(6) فيضل در دل توڙ ڪان، ٿا محبت مچ مچن

اڄ ڪلهہ ڪون نا اڳ الستان، ٻاريم ٻاروچن

## ڪافي سر راڻو نمبر 356 ۽ مانجهہ

موتي ويڙا ماڳ تي ڪي سامين منجهہ سون

سامي منجهہ سون، سي وچي پهتا ساڻ پرين

(1) سورن جو سندرو ٻڌي، ڏونگر ڏوريو جن

لڪن جا لانگهيا لنگهي، سو ماڳ ملهايو تن

(2) خلق سجو خوش خواب ۾، پئي سفلي سيئر پسن

جاڳيا سي هن جوءِ ۾، جي عُلوي راهہ رون

(3) لهنوارو هرڪو لُڙهي، پنڌ اويارو ڪي ڪن

لوچي لڪ لُڙاٽ ۾، سي لاهوتي م لهن

(4) اونهون ڏيهہ عجيب جو جتي وحدت مينهن وسن

سرتيون تنهن پاتار ۾، ٿا ڪي ڪي رند رسن

(5) جيڪي سوز فراق ۾، پئي جانب لاءِ جلن

فيضل سي وچڙيا وچي، تنهن ماڳين شال ملن

## كافي سر راڳو ۽ مانجهہ نمبر 357

جلوو جوڙي جانب جنگي، عُشاقن کي مارين ٿو
عشاقن کي مارين ٿو ماري محض جيئارين ٿو
(1) ناز تراز ڪري رخ رازون، دلڙي يار ڏتارين ٿو
چو تڪ چست چلائي زوري، ڳاراٽي ۾ ڳارين ٿو
(2) عشاقن کي برهہ بهر ۾، اُلٽو پاڻ اپارين ٿو
شئي شئي ڪرم ڪري منجهہ مهرئون، تار تهين مان تارين ٿو
(3) عشق اُلانبو من ۾ لائي، باهہ پيڙ ۾ ٻارين ٿو
پردو غير خودي سڀ ساڙي، عاشق عين اجارين ٿو
(4) حب حسن جو باز بجائي، پنهنجو پاڻ پڪارين ٿو
وحدت جي درياهہ منجهون، نيئي زوران زور ٻوڙارين ٿو
(5) فيضل فرق صفاتي ساڙي، باقي ذات بيهارين ٿو
سير سولي تي چست چڙهائي، اناالحق تنوارين ٿو

## كافي روپ ڌناسري نمبر 358

وجهي ونگ دلبر ويو اديون، ڪاٽي لهي سو ڪاٽي لهان
(1) ڏيئي مام مُئي کي يار ويو ڪنهن کي چئي ڪنهن کي چوان
نازن تتيءَ کي نيست ڪيو سڀ سور سر تي تي سهان
(2) "ونحن اقرب" ويجهڙو سوجهي صحي ڪيم سر سنئيان
برقو ڪري بشري اديون، آيو دمن ۾ تي نهان
(3) محبوب جي ماڻن هٽي، هستي وڃايم هوش ميان
فثم وجا الله تيو صورت صنم سارو جهان
(4) فيضل وڃيام فرق هي، درشن ڏسي دلبر عيان
آيو پرين آيو ايوان ۾، قطرو ڪٿي قلزم ڪهان

## ڪافي روپ ڏناسري نمبر 359

گرم حسن بازار ڏنو سي، حيرت ڪيم حيران ڙي جيڏيون
(1) دردن دل منجهہ لايم ديرا، عشق تيم اڳوان ڙي جيڏيون
(2) هر طرحين رخ رنگ پرين جو صحن صفا ميدان ڙي جيڏيون
(3) عرش فرش منجهہ نينهن نظارو بلبل چابوستان ڙي جيڏيون
(4) انا احمد بلا ميمي، سوئي سر سبحان ڙي جيڏيون
(5) فيضل ٻاجهون پير مفان جي، ٻيا سپ وهم گمان ڙي جيڏيون

## ڪافي روپ ڏناسري نمبر 360 ڏاڏرو

فتحپور منجهہ پاڙ پارو نسنگ نينهن نواب ڙي جيڏيون
(1) رات لڏم خوش خواب فڪر ۾، عشق سندو ارباب ڙي جيڏيون
(2) زلف دراز سڄڻ جا سونهن، مٿون گل گلاب ڙي جيڏيون
(3) ابرو هلال نهايت نازڪ، منهن مثل مهتاب ڙي جيڏيون
(4) دهن شڪر لب لعل عجائب، چاهہ زنخ گرداب ڙي جيڏيون
(5) فيضل پر منجهہ پير پرايم، نور نورو ناب ڙي جيڏيون

## ڪافي روپ ڏناسري نمبر 361 ڏيڏي

(1) دلبر تيڏي در سڌ ڪيتي، مٿئين ٻيلي ڳُرلا نونديان
(2) ٻيڪس ناڪس ڪوجهي ڪملي، پاند ڳچي ڳل پاونديا
(3) سهڻل چاهين خواهہ نہ چاهين، ڪڪ ڳلي دي پانونديان
(4) آهان ڪر ڪرمين چڪ رهي آن، دردين وچ مرجا ونديان
(5) طعني تنڪي لوڪ سڄي دي، فيضل سر تي سهانونديان

## ڪافي سر روپ ڏناسري نمبر 362 ڏاڏرو

(1) ڪهين ناز حسن سان جيڏيون، دلڙي دلبر ويم لُٽي لُٽي
(2) هٽي ويڙم هوت ڀروچل، ڀاڻن سان دل ڀُٽي ڀُٽي
(3) ويندس رهنديس ڪين ڪي ميان، چوهه منجهارون چُٽي چُٽي
(4) لڪ لتاڙيون ويندس ور لئه، وهم ويم سڀ ٽُٽي ٽُٽي
(5) مينهن محبت جو نينهن وسايم، ماڳين ملنديس اُٺي اُٺي
(6) فيضل دلڙي دوست ڪسي ويو نوڪ نيڻن سان چُٽي چُٽي

## ڪافي رووپ ڏناسري نمبر 363 ايضن

پنهنجي پرين جاڙي جيڏيون، سور نه ڪنهن سان سليان سليان
(1) نڪوئي محرم سورن منهنجي جو پاڻ پنهنجوئي پليان پليان
(2) ڪنهن کي ڏينديس دانهن درجي، سيني ۾ سڀ جهليان جهليان
(3) روز نهاريان پار پرينءَ جي، جيءَ اندر تي جليان جليان
(4) نه ڪوئي خط ناخشڪ سلامي، ويني هتڙا مليان مليان
(5) فيضل ڀُرجهي پير پرين جو رمزانهي سان رليان رليان

## ڪافي روپ ڏناسري نمبر 364 ڪلواڙو

هر رنگ دي وچ وسدئين دلبر، ڪنهن ڪو ييت نه ڏسنديئين پيارا
(1) آدم دا ڪر پول بهانا، اپنا راز ڪيتئي اظهارا
(2) ذات صفات رلاڪر ڏونهين، انساني داما ريئي نعرا
(3) آپي احمد بن ڪر آئين، بشري پوش پهر ڪي يارا
(4) ڪڏان تہ مرسل صحف نبي هو ڪڏان برهمڻ دير دواران
(5) ڪڏان نه مطلق ذات مقدس ڪڏان مقيد سنت اتارا
(6) آپ سميع بصير ڪليمي، فيضل ڪون فقير وچارا

## ڪافي روپ ڏناسري نمبر 365 ڪلواڙو

تخت هزاري دا خود صاحب، رانجهن جوڳي بن ڪر آيا
(1) مرليون سرليون بين وڄائي، ساڄن لٽ لٽ هير سڏايا
(2) گيسو ڪالي نانگ بيشهر، زلفين چنگ پلنگ بڇايا
(3) ابرو سيف سڪيلي دلبر، چشمين تير تفنگ چلايا
(4) زينت لعلي زيب لبيندي، لاشڪ لعلي لعل لڄايا
(5) چاه زنخ زندان صنم دا، جيئڙا زوري قير قايا
(6) جلوي تاب جمال حسن دي، فيضل شاهي شور مچايا

## ڪافي روپ ڏناسري 366 ڏاڏرو

روهه جبل رڻ راهه رئي ۾، پُرجهي پاتم پر جو پير
(1) ڏونگر ڏاڪا لڪ جهڪ جهاڪا، سڪ لنگهايم سپ سوير
(2) عشق اُتي نئين خيما ڪوڙيا، هوءِ هوا جٽ زبر نه زير
(3) جاتي سج نڪو چنڊ تارو، تاتي مرڪن مرد متير
(4) فهم فنائي وحدت وائي، رندن ريءَ پروڙي ڪير
(5) فيضل ساءِ سجهه سداءِ، ڪين بحر ۾ ڪونهي غير

## ڪافي سر ڏناسري نمبر 367

سمجهي سور صحي ڪر دلڙي، باب برهه جو پڙهڻو آ
(1) چيلهه ٻڌي ڪر ترت تياري، چوٽ جبل جي چڙهڻو آ
(2) سندرو سورن جو ٻڌ ساهي، لعل لڪن سان لڙڻو آ
(3) عشق اصل ڪون راند اٺائي، سر نيزي تي ڏرڻو آ
(4) سر سينگاري ڏي دلبر کي، مونتو قبلا مرڻو آ
(5) سوري جو سڏ تيڙو سرتيون، فيضل مور نه مڙڻو آ

## 368 كافي سر ڏناسري نمبر

پنهنجي پرين دلدار کي، ڪاتي وچي لوچي لهان

(1) نوجان فکر جون جابجا، سرتيون ڪيم ريڙهي روان

(2) بر بحر سڀ بازر شهر، جاچي ڏٺم جملو جهان

(3) ونڊ سنڌي وٽڪار ۾، سورن ڪيم نئين سائُهان

(4) پتو کهين پرسان وچي، من ۾ پيم سوبي گمان

(5) نيضل فنا فاني ڪيم، نازن نهوڙي جسم جان

## 369 كافي سر ڏناسري نمبر

موهه ڳيا دل رانجهن ميڏي، ڪيڙين ڪنو هڻ ڳئيان ڳئيان

(1) چرم ڏرم ست ڪڙم قبيلي، ملک ماهي دي ٽئيان ٽئيان

(2) هر گز ويساهه تخت هزاري، شرم ستر ست سئيان سئيان

(3) ملک ماهيدا وچ مٽيسان، روهه پتر لنگهه رئيان رئيان

(4) چاوڙ لاکون لڏڙم لاوان، لوح لکي لئون لئيان لئيان

(5) مين تہ رانجهن دي رانجهن ميڏا، توڙان تنهندي هئيان هئيان

(6) نيضل اصلان روز ازل دي، پيش صنم دي پئيان پئيان

## 370 كافي سر ڏناسري نمبر

برقا بشري پاڪر آپي، لاڳيم لئون لاثاني جاني

(1) نشو نُما کر عُشوي غمزي، چاڳيم روح نهاني جاني

(2) جيءَ جگر وچ لڳڙم جاري، نوک نظر دي ڪائي جاني

(3) سک صنم دي صحبت ڪيتم، منڙي دل مستاني جاني

(4) نيهنهن گهتيم نئين بحر وحدت وچ، حس ڳيم حيواني جاني

(5) هر مظهر وچ شور مچايا، رونق راز رباني جاني

(6) هستي هو وڃ محو تيم سڀ، ويک صورت صمداني جان

(7) فيضل فاني باقي باالله، ڳئي سڀ وهم گماني جاني

## ڪافي سر ڌناسري نمبر 371

هي هي شهزادا پٽ شاهہ جا، ڳُهن ڪنڙا بي تقسير

(1) پيارا پاڪ رسول جا الو ميان، اعليٰ شان امير

(2) ڪربل جي ميدان ۾ الوميان، ڪيائون ڪوس ڪبير

(3) شائق شير شهيد ٿيا الو ميان، اين ۾ پيا چٽير

(4) لرزيو عرش اندوهہ ڪان الو ميان، ڏٺي ڏرت ڪثير

(5) حور پري ماٺهون ملڪ الو ميان، سوز ڪيا دلگير

(6) ماتم پيو هر چيز ۾ الو ميان، راڙو روج و فير

(7) رڻ ۾ راماٺا ٿيا الو ميان، نيٽي وهايم نير

(8) ڪنهن ڪي ڏوهہ ايهو ڏيان الو ميان، توڙان هن تقدير

(9) پڙ ۾ پاڻ حبيب هو الو ميان، سختي نيہ نظير

(10) نازڪ ناز پرين جا الو ميان، سهج ساهہ سرير

(11) فيضل عشق ايهو تي الو ميان، سمجهي ٿئي سڌير

## ڪافي سر ڌناسري نمبر 372

عشق الانبو جن ڪي لڳڙو سڌ تنهن ڪي ساري

(1) شوقون روئي ٻرن شمع جان، جلجل جيءُ ۾ جاري

(2) سڪ سوا ٻيو ڪير پروڙي، برهہ سندي بيماري

(3) جن ڪي لڳڙو تن ڪان پڇجي، حال هجر جو زاري

(4) ڪوڪ الستي ڪالهہ ٻڌي جن ڳاراٺي تن ڳاري

(5) فيضل سهجون سي ڪئين سمهنديون، ٻارڻ جن ڪي ٻاري

## ڪافي سر ڌناسري نمبر 373

عاشق اصلون برهہ ۾ بي تُر هئي پئي ترندا
(1) سانگو سر جو لا شڪ لاهي، گهير انهي ۾ گهرندا
(2) جيئريئي جن موت پرايو موتي مور نہ مرندا
(3) قائم تيا جي ڪير سچي سان، ڳاريءَ ۾ ڪيئن ڳرندا
(4) قلزم ڪن ۾ جي ڪي پيڙا، سي تہ واري نا ورندا
(5) فيضل بيشڪ بحر بقا ۾، وحدت قلمون پڙهندا

## روپ شام ڪلياڻ نمبر 374 ڏيڍي

ڪٽي دارين مون دامن، پنهنجوئي پاڻ منجهہ پيوسي
(1) نڪو دارين مون مطلب، نڪو دارون دوائي طب
ڇڏي هي ڇاڻ هستي سڀ، پرو ويچي پاڻ منجهہ پيوسي
(2) نڪو ڪشف ڪرامت هُت، نڪو ڪانيءَ قدرت هت
ويچي تو عشق اڏري جت، اتي اوچو عقل تيوسي
(3) حسن حملو ڪيو ها غم، متو سر عاشقن ماتم
چڙهيون موجان اچن دم دم، ثبوتي ڪين منجهہ ڪيوسي
(4) لڳو هُو هُو نسنگ نغارو بنا دلبر رهيو نا ڪو
فيضل نا فرق هڪ تر جو وهي وحدت منهنجو ويوسي

## ڪافي روپ شام ڪلياڻ نمبر 375 ڏيڍي

لـڌوسـي جـان ۾ جـانـب، ويـم سـڀ وهـم ويـرانـي
(1) پـيـالـو پـي حـيـاتـي جـو ڏٺـو سـي مـلـڪ ذاتـي جـو
پـيـي پـول صـفـاتـي جـو ڪـيـو سـي سـيـر سـبـحـانـي
(2) وڳـو هـي نـيـنـهـن نـغـارو اچـي دلـبـر هـيـم نـعـرو
ڏٺـم سـمـجـهـي پـريـن سـارو جـسـم جـنـد جـان سـڀ جـانـي
(3) ڪـڏيـن هـون نـاز مـاڻـن ۾، ڪـڏهـن پـڪـا پـراڻـن ۾
ڪـڏيـن هـون هـوش ڇـاڻـن ۾، ڪـڏهـن مـنـجـهـه مـوج مـسـتـانـي
(4) ڪـڏهـن دارا سـڪـنـدر هـو ڪـڏيـن هـم اوسـت انـدرهـون
ڪـڏهـن فـيـضـل قـلـنـدر هـون، ڪـڏهـن مـنـجـهـه فـڪـر جـي فـانـي

## ڪافي روپ شام ڪلياڻ نمبر 376 ڏيڍي

رهـيـا سـي ڪـيـچ ڪـون سـرتـيـون، جـڏهـن اوري لـڌم جـانـي
(1) فـتـحـپـور ۾ لـڌم چـارو تـيـم رهـبـر پـريـن پـيـارو
ڏٺـم اسـرارسـر سـارو فـنـا ۾ فـيـض رحـمـانـي
(2) جـڏيـن نـقـطـو لـڌم سـيـاهـي، بـرهـه نـوبـت هـيـو شـاهـي
ڏٺـم مـنـجـهـه راهـه گـمـراهـي، عـجـائـب راز ربـانـي
(3) ڪـڏهـن مـخـمـور مـحـبـت ۾، ڪـڏهـن مـهـجـور مـحـنـت ۾
ڪـڏهـن وهـلـور وحـدت ۾، ڪـڏهـن بـرسـات بـارانـي
(4) ڪـڏهـن غـمـنـاڪ چـاڪـن ۾، ڪـڏهـن دوري فـراقـن ۾
ڪـڏهـن فـيـضـل عـوشـاقـن ۾، ڪـڏهـن مـحـبـوب لاثـانـي

## ڪافي روپ شام ڪليان نمبر 377 ڏيڊي

قلندر وارو ڪم ڪر جي، جنھن ۾ خود خدا بڻجي
(1) پڙهي تڪبير اولاجي، چڙهي ذي خودي پنھنجي
سوري تي سيج پوءِ سھنجي، جڏهن سوري متون چڙهجي
(2) چڙهڻ سوري نہ سو ڪوٽي، برهہ جو بار اوڪو تي
موت قبلا مري پوجي، تڏهن ميدان گو ڪٽجي
(3) هٽي وحدت منجھون غوطا، سيي سڌون خوديءَ جون ڪا
چڏي چارئي عناصر آ، تڏهن شاهي طبل هٽجي
(4) فيضل نا فرق هڪ تر جو قسم حق پاڪ پرور جو
احد احمد سوئي سر سر، ٻيو هڪ وار نا ڳٽجي

## ڪافي روپ شام ڪليان نمبر 378 ڏيڊي

منجھون مڪو مدينو تي، پرين ڏس پاڻ منجھہ پيھي
(1) ڪيئي ڪعبي وڃن حاجي، لھن سڌ ڪين سرتاجي
منجھون ئي ملڪ معراجي، لھن تا نينهن سان نيھي
(2) تڪيو تيرٿ نہ منجھہ مندر، مڙهي مسجد نہ ڪو منبر
نھاري قلب ڏس اندر، نفعو نقصان هڪ جيھي
(3) دلي درويش عرش الله، منجھون مسجود بيت الله
سراسر سير وجھہ الله، رکي ڏس ڏيان منجھہ ديھي
(4) فيضل منھن جن متون مُونو، جسم ڪوه طور سر سينو
تجلو ذات بيچونو ڏسن وحدت منجھون ويھي

## ڪافي روپ شام ڪليان نمبر 379 ڏيڍي

چوندي ينڊي پاند ۾ پيرون، پرو پيو سي وچي پر ۾
(1) برهه بيحد ڪنئي بازي، هلي نا عقل جي آزي
گهيرا تهين گهير ۾ غازي، هٽي غوطو پيا تر ۾
(2) چڙهيو سر عشق جون موجان، زهر طرفين حسن فوجان
عجائب عشق جون اوجان، پسارو آب گهر گهر ۾
(3) جتي نہ جاء جبرائيل نہ ملڪ الموت ميڪائيل
نڪوئي مور اسرافيل، اتي وچي عشق پيو جر ۾
(4) سو الله سي فنا فاني، رهيو باقي بقا جاني
فيضل سر صاف صمداني، پسڻ پنهنجو تيو پر ۾

## ڪافي روپ شام نمبر 380 ڏيڍي

وهڻ وحدت منجهون وه وا، عجب اسرار آ اڪبر
(1) پٽي پرجي پيا جيڪي، لڪائي رند ويا ڪي ڪي
ملڻ مشڪل بنا لڪ جي، ڏسڻ آ عشق ۾ ابتر
(2) سڄڻ سيني اندر سودن، چڪيل تند چاڪ سان چورن
ڪيون سر گهور هي گهورن، وچي سر سي تيا سرور
(3) سڪو سرتيون جبل جالڻ، پراٽي پيڙ ڪي پالڻ
جيڏيون جند آڳ ۾ ڏالڻ، سدا سيني اندر ہر ہر
(4) فنا جي فهم سان قولهڻ، ڳجهو سر ڳجهه ۾ ڳولڻ
فيضل اسرار نا ڪولڻ، پڙهج ايهو درد جو دفتر

## ڪافي سر روپ شام ڪلياڻ نمبر 381 ڏيڊي

نِوِنِ ڏس نينهن ۾ نانگا، پري پند چو پچائين تو
(1) چڏي ڏس نفس جا ناتا، خجل خيالات سڀ ڪاتا
اندر ۾ اور اوراٽا، ويهي دم چو وچائين تو
(2) وظيفا ورد سڀ واري، لڳج وڃي عشق جي لاري
سينو ڪر صاف اجاري، اتي دل چو ڏٽائين تو
(3) تڪيا تو ۾ سيوئي سڻ، رابوبي راز ڳلي ڳڻ
نهارج نانهه ۾ اج پڻ، اجا چو پاڻ پائين تو
(4) عجب اسرار ميخانا، خمر خوراڪ مردانا
وڃي وهمات ڪر معني، اگر سالڪ سڏائين تو
(5) فنا ڪيو جسم جن فيضل، بقا تيو ملڪ تن منزل
لڳي چا عشق سان اٽڪل، خودي ڪي چو نه ڪائين تو

## ڪافي روپ شام ڪلياڻ نمبر 382 ڏيڊي

منجهون ميدان ڪربل جي، لڳا نشان نوراني
پڙهي الحمد شهزادن، مجو فرمان سبحاني
(1) لاڳاپو ساهه جو لاهي، پيا ميدان ۾ ڪاهي
وڏائون وهم سڀ ڳاهي، لنگهي تيا لعل لاثاني
(2) حشر حملو ڪري فائق، ڏيئي سر لعل تيا لائق
شهادت ۾ رسيا شائق، ڪري جند جان قرباني
(3) سراسر تن سگورن لئہ، مڙي حورن ڪئي هئہ هئہ
تيو ماتام ملڪن ۾، رنو هر جنس حيواني
(4) پجي جسمات جو پولو پيتائون جام جنت جو
ڪافي ڪوفي شمر شر هو سنائون قلم جي ڪاني
(5) قضيو راز ڪربل جو نسورو ناز فيضل سو
نہ پيو غم غير ڪو جهولو اصل هو عشق رحماني

## ڪافي سر شام نمبر 383 ڏيڍي

لڳيم جيءَ جان ۾ لوري، لڇان تي روز بر تر ۾
لُٽي دلڙي ويم دلبر، ويهان ڪيئن ويسلي گهر ۾
(1) نڪو سُک سهج دم، صيحت، نہ ڪو خوش خواب سر فرحت
نہ ڪو وسو ڪُڇج حاجت، نہ ڪو آرام اندر ۾
(2) لڳيم جڙ جان ۾ جاري، اچي ڪيم عشق آزاري
جسم جيءَ جان جند ساري، سڙي تي سوز ہر ہر ۾
(3) هٽي هاجو پرين ويڙم، جبل جالڻ پلئہ پيڙم
ڪئي ڪوڪان بيئي ڪيڙ۾، پيهي ويا پاڻ ڏونگر ۾
(4) چپر ۾ چيچ لائيندس، شرم شڪ سي وڃائيندس
پرين پنهنجو پرائيندس، ڏيئي ويا ميچ تنهن پر ۾
فيصل سر سمجهہ سوئي تون، آهين ٻيو ڪو نہ ڪوئي تون
ڇڏي هي هوند هستي مون، ويهي ڏس يار خود ير ۾

## ڪافي سر شام نمبر 384 ڏيڍي

چڙهي سر چوٽ سوريءَ جي ، اناالحق چئو اناالحق چئو
آهين سر صاف خود سوئي، ٻيجي ڇڏ ٻول شڪ هر ٻئو
(1) اڃان تون پاڻ ٻانئن تو شرف شاهي لڄائين تو
خوديءَ کي چو نہ ڪائين تو مري ڏس پرينءَ جو پرتو
(2) رکي ڏس ڏيان منجهہ ديهي، آهين خود پاڻ پرڏيهي
ڪرين تو ڳالهہ ٻي ڪيهي، وهائج روز وحدت رو
(3) ڇڏي ڪثرت سندي اٽڪل، پرائج محض وحدت قل
ڪري دل يار سان رلمل، وڃي تنهن بحر ۾ تون پئو
(4) لڳي ايها لڳت جن کي، ٻيئي وسري ويا تن کي
بنا هڪ يار دلبر جي، ڏسن سي وار نہ ٻيو ڪو
(5) فڪر فاني ڪيم فيضل، پوي تي ڪا نہ ڪا ٻي ڪل
رهيو باقي سوئي سهٽل، نفي تيو نينهن ۾ هي دو

## ڪافي سر شام نمبر 385

نهاري يار نازن سان، دونالِيون خوب ڪوڙين تو
وجهي درياهه وحدت ۾، لڪين عشاق لوڙهين تو
(1) نه ڪا هيڙي نڪو ٻوڙو نه ڪو تارو نه ڪوُ ترهو
نه ڪو ملاح مُعبر ڪو سيئي واهان وڪوڙين تو
(2) عجب آويڙ ۾ آٽي، نپوڙي تو مثل گهاٽي
سوئي خود پاٽي ساماٽي، دوئي جو دام توڙين تو
(3) ڪهڙا ڳڻ يار ڳايان مون، ڪروڙين ڪرم پايان مون
جيڪي در تي اچن محزون، ڪنهين کان مُنهن نه موڙني تو
(4) جڳائي نينهن جو جلوو پيچي تو غير جو غلبو
پسائي پاڻ رخ پنهنجو سوين سالڪ نهوڙن تو
(5) گهي گلزار گل سُنبُل، گهي مشتاق من بلبل
مُلائي پاڻ پنهنجو هُل، عجائب جوڙ جوڙين تو
(6) گهي فيضل فنا فاني، گهي سر صاف سبحاني
منجهون مهراڻ لاثاني، مدامي مست ٻوڙين تو

## ڪافي سر شام نمبر 386

بچائي نوڪ نيڻن جي، هزارين گهوٽ گهائين تو
(1) ڏنئه حسنين کي پيالو قتل ڪربل شهادت جو
جڳائي ناز مان جلوو سوين سر ڌڙ گذوائين تو
(2) وڏءِ گل شمس جي لاهي، چاڙهيئا منصور کي ڦاهي
ڪيئي سر سهج مان چاهي، مٿون نيزي ڦرائين تو
(3) ڪيان هي ڳالهه مان ڪيهي، ناهي ڪنهن سان سلڻ جيهي
ڳايان شب روز ڳُڻ ويهي، ناهي ڪنهن سان سلڻ جيهي
(4) تنهنجي نازن سنديون نوڪان، ڏين ٿيون دم بدم چوڪان
ڪيم مجروح دلاروڪان، پرين ڦيرو نه پائين تو
(5) مناسب يار سو آهي، ڏُکيرئين کي پڇڻ گاهي
اچين ڪنهن وقت جي ڪاهي، ته ڦٽڙا سڀ ڇُٽائين تو
(6) فيضل سر سمجهه سبحاني، فنا تي پاڻ خود فاني
سهج سڀ ناز صمداني، اگر عاشق سڏائين تو

# سي حرفي شريف

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

(1) الف اولا ۾ ٻڌو عوشاقن آر
ٻيٽا فرض فنا ۾ وڃائن وارو
هڪ پڙهي هڪ ۾ پيا سمجهن هڪ سارو
وحده لاالہ الاهو چٽو تن چارو
لنگهي لڙڪارو، رليا رهبر سان وڃي

(2) بيئون ٻون بسونت جي، هنئڙي لڳن هير
تعلق چنيون ترڪ ۾ وتن صاف سڌير
اڌا اميد نہ اوڃرو ٻيٽا جهلن ٻير
لامقصود في الدارين الاهو رهين عين اکير
چوري چڪيل چير، رليا رهبر سان وڃي

(3) تيئون توڪل سندرو ساهي ٻڌائون
سر ڪي ڏيئي سٽ ۾ وکر وڌائون
ڪين ڪٽاهي ۾ هٽي، راڙ رڌائون
ونحن اقرب ويجهڙو لعلڙ لڌائون
چڏي سڌائون، رليا رهبر سان وڃي

(4) شيون ثابت ساهہ سان، صاحب کي سارين
ماضي مستقبل چڏي، حالون هشيارين
ٻڌي ٻانگ لاست جي اُييون اوسارين
فذڪروني اذڪرڪم، ٻارڻ هئي ٻارين
اولا اڏارين، رليا رهبر سان وڃي

(5) جيمون جوش جلائيان، پيچي آڄَ ڀَٽڪَ
گهمري منجهہ گهماتيا، جهولي اندر جهڪ
جسو جگر ٻڪيون، سيڪي وڏين سڪ
آلفراقُ آشدُ منَ الموت، انهي پيارين پڪ
لنگهي ڏونَگر لڪ، رليا رهبر سان وڃي

(6) حيئون حسن کي ڏسي، تيا حيرت ۾ حيران
وحدت جو ڪلمون پڙهي، سر ڪيائون قربان
صورت هادي هوبهو پسن عين عيان
يَدُالله فَوقَ ايدِيهِم فرميائون فرمان
ڪري پاڻ زيان، رليا رهبر سان وڃي
(7) خيئون خاوند خوف ۾، تا ڏجن پيئو قهار
سک نہ سمهڻ تن کي، نڪا ننڊ قرار
راتيان ڏينهان روح ۾ روئن زارون زار
وَالله الوَاحِدُ القَهارُ سڻي تيا بيدار
ڇڏي سک سينسان رليا رهبر سان وڃي
(8) دالون درد فراق ۾ تا وينا ڪائن غم
نکري پيا نانهہ ۾ ڪڻي ڪفين قدم
پسائي پري ويا ڪري، پاڻ عدم
ڪل من عليها فان ويبقي، رهيو سر صنم
ڳلي تيو قلزم، رليا رهبر سان وڃي
(9) ذالون ذکر فکر ۾ پيا جوڳيئڙا جائي
اندر ڄر ڄراتيا، دل ڪانئين اُبائي
ڪنهن سان ڳرهن ڪينڪي، هي ڏک سندي ڏائي
اللهُ وِترُ ايحب الوترا، هن وات ايها وائي
ٻن ڏيئي ٻيائي، رليا رهبر سان وڃي
(10) ريئون راز پريں ۽ جو اوچڻ آديسين
ناميدي نجرو اڙاجهو ويلهہ سندين
تکيا تاکي ترک ۾ سرِ توڪل تاج رکن
وَمَن يُتوَکّل عَلي اللهِ فَهُوَ حُسنہ، ثمر سي نہ کڻن.
وجهي ڪين ڪڇن، رليا رهبر سان وڃي

(11) زيئون زابر پرينءَ جو دل ۾ پيچ پيو
اندر ناباڻ نينهن جون، نهوڙي ۾ نيو
ريءَ سڄڻ جي روح ۾، ٻيو ڪجهه ڪين رهيو
العشق نارءَ يحرق ماسوالله، سڙي غير ويون
حاصل حق ٿيو رليا رهبر سان وڃي
(12) سينون سامي ساهه ۾، تا وينا سانين سور
آدميو پون عشق جا، تن کي پل پل پور
واجهايون مَ وطن ڏي، گهايل ڪن گهور
حب الون من الايمان، وڃن سي وهلور
ڇڏي سڪ سرور، رليا رهبر سان وڃي
(13) شينيون شريعت ۾، پيو بيراڳين پرک
ترت طريقت ۾ گهري، ڳُلامن کيو ترک
حال حقيقت ۾ ڏسي، دوست ڪيائون درک
وهو محڪم معرفت ۾، وڃي پياسي غرق
فيض ڇڏي فرق، رليا رهبر سان وڃي
(14) صادون صبر شڪر ۾، ڪن وينا پرينءَ پچار
هڪ حڪايت ۾ پيا، ٻي ٻڌن ڪا نه تنوار
هڪ گهري هڪڙو ڏسن، هڪ چاڻن سراسرار
فَاَيْنَمَا تُوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللهِ، عشوه گري اظهار
واسي ٻوءِ ٻهار، رليا رهبر سان وڃي
(15) ضادون ذلالت کي ڇڏيءِ ٻڌائون احرام
ڪين ڪٽي پيا ڪين ۾، تن ڪيو ڪين مقام
تڙ گهوري توحيد جي، پيا محبت منجهه مدام
يَآيَتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ پُهتن هِي پيغام
ڪري سر قتلام، رليا رهبر سان وڃي

(16) طئيون طالب تات جا، هڪ ماتم منجهه آهين
اکيون سانوڻ مينهن جان، تا ويٺا وسائين
ودي ماس وجود کنئون نت ڪاج ڪيو ڪائين
وا قرض الله قرضاً حسنا سر ساه سلهاڙيو ڏين
پرت ايئن پالين، رليا رهبر سان وڃي
(17) ظئيون ظاهر ڪاپڙي، ڪنهن سان ڳالهه نه ڪن
منجهون آڙهه عشق جي، وهلوريا مَ وتن
شرابُ اُکُل سبِ عيش ڪي، پيڙي پونءِ هٽن
وَصَبرِ عَلِيُ اما يَقُولُونِ ڪنهنجو ڪين ٻڌن
چڏي ساهه سڪن، رلِيا رهبر سان وڃي
(18) عينون عرف نفسا من سيجاتو
فقد عرف ربہ برجهي تن پاتو
فاني تي في الله ۾، سورن سانگاٽو
وَاللهُ بِڪلِ شَيءٍ مُحِيطً اونت نه اها تو
خوب ڏسي کاتو رليا رهبر سان وڃي
(19) غينون غفلت کي ترڙي، سي پيا منجهه سکونت
اُيري واٽ عروج ڏي، چڏيائون ناسوت
اَلنَومِ عَلَيُ الَمُحِبُ حرام، جاڳيا منجهه جبروت
پسي لک لاهوت، رليا رهبر سان وڃي
(20) فَيئون فَهُم فَنَا ۾، جوڳين ڪيو جار
هستي هو وڙ پاڙ ڪون، پڄي تيا بيزار
دل درياهه لڌائون لوڇي، ڪنڌي اور نه پار
قل الروحُ من امر ربي حدنه، شرح شمار
ڏيئي سر سوار، رليا رهبر سان وڃي

(21) قافئون قلب صفا ڪري، صوفي صاف ٿيا
الف جي اوڙاھ ۾، وھي وير ويا
قلزم ڪارونيار ۾، ڪن ڪينئون ڪين پيا
حُبُّ اللهِ وَبَغضَ اللهُ، رھين ڪو نہ ريا
ڇڏي سنگ سيا، رليا رھبر سان وڃي

(22) ڪافئون ڪس قلوب ڪون، وينا ئي ڪورين
پٽي ڦٽ فراق جا، چاڪن ڪي چورين
پاسي ڪيون پاڙ ڪي، اوراڻو اورين
فنفخت فيه من الروحُي منجهون ئي مورين
گهوريون سر گهورين، رليا رھب رسان وڃي

(23) لامون لاھوتي لنگهي، آيا منجھ اري
نہ ڪنھن قاتل ماريا، نہ ڪنھن رنج ٻري
نسورو ئي نينھن جي، ھُين ذوق ذري
موتو قبل ان تموتو منجھ ان ڳاھ ڳري
دوئي دور ڪري، رليا رھبر سان وڃي

(24) ميمون مارگ ۾ پيا، مُرڪي مرد مٽير
سھجون سوري سامھان، اچن دنگ دلير
سوئي سمجھن واھرو سوئي سمجھن وير
لاتحڪ ذرتہ الاباذن الله، پرجھون وتن پير
اسري انھي سير، رليا رھبر سان وڃي

(25) نُونَون نينھن وڃائيو سر آديسين آرام
دود دکائي درد جو پيا ھُگن منجھ حمام
توڙون تائب لاطمع، ڪن وفا عھد ڪلام
سَنُرِيھُم آيَتاَفِي الآفاقِ انھي اُھيج علام
سندن قرب قيام، رليا رھبر سان وڃي

(26) وائون واحد ڪون سوا، ٻيو ڪجهه ڪين ڏسن
رنج دروني رمز جي، مورون منجهه نہ ڏين
سهجون ڪم قضا تي راضي ٿا مَ رهن
جف القلم وما هو ڪائن، لکيو قلم لهن
ڏيئي ڏيل ڏکن، رليا رهبر سان وجي

(27) هينئون هي هات ۾ عمر گذارين
پيا بحر عميق تہ ۾ پاٽي پڪارين
سقمين جيئن سمنڊ ۾ تاسون تارين
ماعر فناڪ حق معرفتڪ، هنجهون رت هارين
ڏک نہ ڏيکارين، رليا رهبر سان وجي

(28) لامو لوريءَ ۾ لڇي، پيا ڏورن ڏينهون رات
ٻولي ٻي مَ سکيا وائي ووءِ ووءِ جي تن وات
لوچ لااله ۾ ڪن الاالله اثبات
وحده لاشريڪ له هيءَ لونءِ لونءِ ٿن لات
ظاهر ڏسي ذات، رليا رهبر سان وجي

(29) الفئون آڏيءَ ڪي اٿي، سي ڪين منجهون ڪاهين
لبنو لائي عشق جو هي جبل جلائين
مونا طورسينا پڙ محبت ملائين
وفي انفسڪم افلا تبصرون، پاڻو خود پائين.
اونهون الائين، رليا رهبر سان وجي

(30) ييئون ياري يار جي، آ فيضل باري بار
حاجت حُج نہ آسرو نہ ڪنهن فعل مدار
وري تہ ولهيون ئي يليون، نہ تہ سهڳ ڏِڪي ڏار
وَتُعِزُ مَن تَشاءُ وَ تُذِلُّ مَن تَشاءُ، مالڪ خود مختيار
ڪلمي جي اقرار رليا رهبر سان وجي

# سي حرفي شريف

بسم الله الرحمٰن الرحيم

دل هميشه درد سان، چو لاالٰه الاالله
ما سوا جي مار سان، ٻي سڀ فنا، باقي بال
(1) الف: الف اول سمجهه تون، آغي نبا ٻيو ڪونه ڪو
ڪُستُ ڪنزءُ مخفيءُ، منجهه دام جي مخفي هيو
بحربي سربي نهايت بي مثل بي انگ هو
شوق حامل ٿيو جڏهن، تڏهن احد مون احمد ٿيو
(2) ب: بي بدايت جنهن، ڏٺو محراب منهن محبوب جو
جا بجا جامي سڃاڻن، ملڪ تنهن مطلوب جو
صحن دل جو موڪرو، چوڏهه طبق تنهن ۾ ڳجهو
ڪين ۾ سي پيا وڃي، ٻيو ڪونه جاڻن اجهو
دل هميشه درد سان چئو
(3) ت: تي توڪل طلب مون، ڪئي طالبن توڙون تمام
لاوسيلو ڪونه واهه، عشق ٿيو جن پيش امام
تن سٺي سختي صبر سر تي، ڪٽي سارو ڪمام
سي وڃي پيا پونجهه ۾، محبت سند نه حستي مدام
(4) ث: ثي ثقل هن نفس جو تن تون لٿو هي بار ميان
سوز جي سختي پلي، آيس متون اظهار ميان
عشق جي آڙاهه ۾، ڪيو ناهه تن ڪي نار ميان
فثم وجهه الله سوئي ڏسن چوڌار ميان
(5) ج: جيم جانب ساهه اوڏو جنهن ڏٺو جاچي جمال
سور جو ساٿو مچائي، پاڻ ڪيو تن پائمال
ماٺ ٿيا سي من اندر، ڪنهن سان نه ڪن ٻي قيل قال
قلب ڪهو حج اڪبر، دم بدم حاصل وصال

(6) ح: حي حقيقي حب سان، ڇڏ نفس جي خواهش خوشي
صدق جو سندرو ٻڌي، سڀ دور ڪر غفلت غشي
مونجهه سان مارو ڪري، ڪڍ تنهن سندي هيءَ سرڪشي
ماڻ ڪر محلي اندر، محبوب جي ڏس پروشي

(7) خ: خي خوشي خواهش سو الله، دور ڪر دل ڪنئون پري
من اندر ماتم مچائج، روز شب رڙيون ڪري
مام موتو قبل سان، مرڻا اڳي جوئي مري
سو چڙهي سوري مٿون، اختيار منصوري ڪري

(8) د: دال دل ۾ درد جن ڪي، سهج مون سي ڪيئن سمهن
خواب محبن جي مٿون، مردار ڪيو خود ذوالمنن
روز شب سڪ سوز ۾، گشتون ڪري هونا گهمن
سوز مون سيني اندر، سر لوچ سان لوچي لهن

(9) ذ: ذال ذاڪر تي شريعت ۾، ڪمري قابو ڪرن
منجهه طريقت جي هٽي، هڪ پير ٻاهر نا ڏرن
هو حقيقت ۾ هلي، ڪامل قدم اڳتي پرن
معرفت ۾ سو مدامي محو محبت ۾ ٺرين

(10) ر: ري ربوبي راز ڪي، اظهار نہ گهرجي ڪرڻ
پاڻ پردو پاڻ ڪي، سيني اندر ٻارج ٻرڻ
سر سڄاپڻ سخت مشڪل، گهير اونهي ۾ گهرڻ
عشق التو بحر بيسر، تار اويارو ترڻ

(11) ز: زي زير دستي ڇڏي، ڏس زير دستي ۾ زبر
هيٺ هيٺو تي هميشہ، مثل ميت منجهہ قبر
زير بالا لاسندي، هڻ نفس کي تيغون تبر
برهہ جو ٻازو ٻڇي، مزدور ماري ميدڪر

(12) س: سين ساڪن تي هميشہ، وجهہ ولوڙو نانهہ ۾
سَوَ بلائون شينهن واڳون، وات وجهندي ڪاهہ ۾
ڏس مٿان مڪڻ وڃائين، هن هجڻ جي ٻاهہ ۾
ڪين ڄاڻي پاڻ کي، پئو ڪين جي درياهہ ۾

(13) ش: شين شاڪر تي سدائين منجهه رضا جي رهه مدام
وَشُڪرَولي شاڪرن جي، شان ۾ آيو انعام
نامراديءَ ۾ نهاري، دست ڪر هي دل دوام
حرف حجت جو ڪڍي، ڇڏ قلب ڪون طلبون تمام
(14) ص: صادمون صابر سيئي، سور سختيون سر سهن
سيج سوري تن سندي، ڏک ڏاج ڏاوڻ پيا ڏسن
سي صنم لوچي وڃي، لاشڪ لکن ۾ تا لهن
ڳُن قلزم جي تري، گم ذات ۾ رلمل رهن
(15) ض: ضاد ضامن تي زماني ۾، نسنگ نروار ٿيو
ڇَتُ لَولاَڪِي لمَا خَلقَت، عجب اظهار ٿيو
مانُ معراجي لهي ملڪن متون مختيار ٿيو
از زمين تان آسمان، ارض سما انوار ٿيو
(16) ط: طوئي طمع کي ترڪ، ڪر سڀ آرزو اورين ڇڏي
نڪر ناسوتي ڪنا ملڪوت ۾ ڳانڍيو ڳنڍي
تنهن اپر جبروت ۾، سو عشق آکيرو اڏي
لعل ٿيا لائق وڃي، لاهوت ۾ لوڪون لڏي
(17) ظ: ظوئي ظهورو ذات جو ڏس چوطرف چوگان ۾
حسن هادي روبرو محبت سندي ميدان ۾
صاف سر پيري سفان، آيو رکيل ايوان ۾
مام سان مخفي ڪري، شاهي لقب ميخان ۾
(18) ع: عين عارف معرفت ۾، محو ٿيا سي مستغرق
بي نهايت بحر ۾ پيا، هي وڃائي فهم فرق
ڪونہ ڪو تنهن کي رهيو توحيد ۾ ڪو ريب زرق
سي ولايت ۾ وڃي واصل ٿيا، چون رعد برق
(19) غ: غين غفلت کي ڇڏي، تون دل دنيا ڪون دور ڪر
مي وٺي ميخان مون، هڪ جام پي پرپور ڪر
سر متئون سختي ڪٽي، هي سور سڀ منظور ڪر
تان رسين توحيد کي، سينو سچو پر نور ڪر

(20) ف: فـي فـتـحـپـور ۾ سـمـايـو سـر عـيـن الله جـو
مـاسـو الله كـو نـه كـو بـاقـي بـقـا بـاالله سـو
تـاركـن تـوڙون لـڌو تـلـقـيـن احـد الله جـو
صـاف تـي سـارو ڏنـائـون، سـيـر سـر الله جـو
(21) ق: قـاف قـائـم جَـن كـيـو قـلـبـي وجـي روحـي رسـيـا
مـعـرفـت سـان مـان وڃـائـي سـي وجـي سـري ثـيـا
پـرجـهـه پـاكـي سـان، پـروڙي پـار تـي پـڌر پـيـا
مـام سـان مـخـفـي نـهـاري پـاڻ مـنـجـهـه پـيـهـي ويـا
(22) ك: كـاف، كـوڙي نـفـس كـي، كـيـو جـن پـيـچي پـرزا پـٽـي
سـي وجـي صـوفـي صـفـا ثـيـا، مـنـجـهـه تـصـوف جـي تـٽـي
عـشـق جـي اسـرار ۾، هـي حـال تـن ڳـجـهـو ڳـٽـي
كـيـن ڀـي كـنـهـن كـي ٻـڌائـن، دسـت دو جـڳ مـون كـٽـي
اي دل هـمـيـشـه درد سـان چـئـو لاالـه هـو الله
(23) ل: لام لائـق لـوچ مـون، لـوچـي لـهـن اسـرار كـي
عـشـق سـان پـولـو پـچـي، پـڌرو پـسـن هـويـار كـي
دل درونـي خـيـال سـان، دائـم ڏسـن ديـدار كـي
سـهـج مـون سـورن سـنـدو سـر تـي كـٽـن هـو بـار كـي
اي دل هـمـيـشـه درد سـان، چـئـو لاالـه هـو الله
(24) م: مـيـم مـائـوٽـو وهـي، دريـاهـه بـي پـرواهـه جـو
حـلـم هـمـت اوج عـظـمـت دهـشـتـي دريـاهـه جـو
دٻـدٻـو بـيـحـد پـلـو سـبـحـان شـوكـت شـاهـه جـو
پـاڻ پـنـهـنـجـو سـو پـروڙي تـنـهـن بـنـا ٻـيـو نـاهـه جـه
(25) ن: نـون نـاوك نـوك نـيـزو نـيـنـهـن جـو جـن كـي لـڳـو
جـوش مـون جـل جـل كـري، پـول تـن بـيـشـك پـڳـو
لـوك لاڳـاپـا چـڏيـائـون، تـرك سـان تـوڙي تـڳـو
تـن ٻـڌو سـوري مـتـون، هـسـوار تـي سـورن سـڳـو

(26) و: واءِ واحد احد ۾ هڪ ميم جو پرلو پيو
لوڪ سارو ويو وڪوڙيو راهه ۾ رولو پيو
ميم ڪي مستن ڪيو اکين اڳيون اوتو ڪيو
احد احمد خود محمد مصطفيٰ سرسو ٿيو

(27) هه: هي هدايت حق جي، تي جنهن مٿون روزي ازل
تنهن مٿون توڙون ڪيو بيحد پلو فائق فضل
جو گهري سوئي ڪري مختيار مالڪ هر مهل
پاڻ ڏاهي پاڻ ئاهي ٻي پوي تي ڪا نه ڪل
ايدل هميشه درد سان چئو لااله هو الله

(28) ل :لام لا سان تي نفي اثبات ڪر هڪ ذات ڪي
غرق تي غوطو هڻي، گم ذات ڪر وهمات ڪي
من اندر ماتم مچائي، ڏينهن ڪر هن رات ڪي
عشق جو آڙاهه ٻاري ڪر ضياءَ ظلمات ڪي

(29) عه: الف اوراڻو اندر ۾ سوز مون دل پئي سڙي
ڏينهن ڏکن سان لنگهائج روج مون راتيون رڙي
حرف هو تاڻي هڪل سان، طلب ڪيو تائب تڙي
مام مطلوبي نهاري دست ڪر ڪلمون پڙهي

(30) ي: يي يگانو سورهيو ٻيو ڪونه ڪو فيضل فرد
قُل هُو الله چئو هميشه، اَحدَ الله الصَمدُ
بيشبه لاولد والد بي مثل مانند احد
لاشرِيڪَ ءِ لاٻالي بحر بيسر بيعدد
لاالٰه الاالله مُحمَدُ الرَسُولَ اللهُ صلي الله عليه وآله وسلم

# دوهیڑا ۓ بیت

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

(1) مرشد میرا شاہ رکیل، ھي جسکا جگ سلامي
جن ملائک حوران پریان، ھردُ جھان غلامي
مین مرشد کو سمجھ سجاتا، کیا جاني خلقت عامي مرشد
صورت صاف صنم دیکا تا نام جي کا نامي
ویک حسن محبوب، فیضل ھوگیا مست مدامي
(2) مرشد میڈا شاہ رکیل، شبروز مرید سنیالي
نظر جھین دي زیادہ پاوان کنون زُھَر سو سالي
مرشد مھرون کرگیا مین تون پال عنایت والي
اندر باھر عین الاھي صاف ڈٹا مین پالي
فیضل ذات صفات کنو بن مرشد کون ڈکالي
(3) فتحپور وچ مرد ملیو سي مخزن راز ربوبي
جنھن پُر جام پلایا، مینون خاص خمر دي خوبي
پیوݨ سیتي پردي تت گئي مستي وچ محجوبي
قطرا پیا وچ قلزم دي، تي حُب وچون محبوبي
فیضل سر اسرار سمویا، محبت وچ مطلوبي
(4) مرشد گھنجي اي جیھا جو ھودا سبق پڑھاوي
غیر کنون دل صاف کري ھک وحدت جام پلاوي
جھت پٹ نال نگاہ لطف دي سارا سر سمجھاوي
مین ماري تي وچ میخاني، حج طواف کراري
مین قربان تھیم مرشد دا، فیضل جو نیہ نماز پڑھاوي
(5) سینگیان سھیلیان مین نہ سجاتا جادوگر ھا یار
جانب جوگي تي اٹ آیا، کیتي شوق شکار
منطر لادل چاگیا، دلبر نال ھکي گفتار
لعل لبان دي، چولݨ سیتي تن وچ لاگیا تار
دل فقري پاکر فیضل لاتم لوک میار
جڈان پُردي لنگھ تیم پار تہ محب ڈٹا مین روبرو

(6) جي طالب رسين توحيد کي، تہ خطرا وهم وڃاءِ
کين منجهون خود کين سمائي، ڪينئون کين ڪماءِ
ڪارنهن ڪوري قلب مون، خود صوفي صاف سڏاءِ
فيض فرق وڃاءِ، تہ سڏ پوئي سور جي

(7) پر جي طالب رسين توحيد کي تہ پاٽون پاسي ٿيءُ
وي في انفسکم الفاتبصرون، سمجهي کر صيحيءُ
موتو قبل ان تموتو جيئري مري جيءُ
وڃي رهندين، پوءِ باقي، جڏهن فيض خود فاني ٿيءُ

(8) جي فيض خود فاني ٿئين، تہ تسبيح توڙ حساب
منطق معني قدوري ڦٽي رک ڪتاب
ورد وظيفا وار بيا سڀ، شوقون پيءُ شراب
جڏهين ڪندين ترڪ ثواب، تڏهين پسندين پرينءَ کي

(9) جي پانئين جوڳي ٿيان، تہ سُڌ سيوئي سٽ
فذکروني اذکرلم، سالڪ سمجهي وٺ
بيخوديءَ جي باب ۾، ڪولي ڏس گونگٽ
فيض هيءُ مين مٽ، تہ تون پي نالو يار جو

(10) جي پانئين جوڳي ٿيان، تہ وڃ گهائن جي گهر
ڏکيا سکيا ڏينهڙا، ڏسي يار نہ ڏر
مُوئو قبل ان تموتو جيئري ٿي تون مر
پوءِ ايندءِ نور نظر، فيض چوي ظلمات مون

(11) جي پانئين جوڳي ٿيان، تہ جاڳڻ سان ڪر جار
هند پٽرٽيون سُٽ سيئي، سيج سورن جي ڏار
پاڃهون حب حبيب جي، پيون سڏان سٺيي مار
ڏک بک ڏاج اصل عشاقن سوري سر سينگار
تڏهن فيض پسندين يار، جڏهن گهوريندين سر گهوٽ تون

(12) جي يانئين جوڳي تيان، تہ ڪشي ٻڌ ڪمر
منجهہ دهشتي درياهہ جي، پئو لاهي خوف خطر
ڪنن جي ڪڙ ڪار ڪون، نہ ڪي ٻُج نہ ڏر
واڳون وجهندءِ وات ۾، ڀيا لڪين بيم بحر
هٿ نہ هرگز پوئتي رک اڳتي قدم ڪٿر
پوءِ ايندءِ پاڻ ميهر، فيضل دم درياہ ۾
(13) جي سانگو رکين ساهہ جو تہ هن پڙ ۾ پير م پاءِ
سڏڙيا انهي سور جو هي وکر ڪيم وهاءِ
نينهن نسورو ثنيهہ جي، دهشت سمجهي رک سماءِ
محبت جي ميدان ۾ هي سر گهوريون آءِ
جڏهن ڪندين سر فداءِ، تڏهن فيضل پسندين پرينءَ کي
(14) جي سامي پسين سوجهرو تہ دوئي کي ڪر دور
پي پيالو اڄ جو تي محبت ۾ مخمور
ڪارنهن ڪوري قلب ڪون، سک درد سندو دستور
پوءِ حاضر منجهہ حضور فيضل پسندين پرينءَ کي
(15) فيضل پسين پرينءَ کي، تہ سر جو سانگو لاهہ
بود ڇڏي نابود ٿي، وٺ ريجاڻي مون راهہ
ڪين ڪٽي پئو ڪين ۾، خود نانهہ منجهون تي ناهہ
جڏهن صدقو ڪندين ساهہ، تڏهن پسندين پرينءَ کي
(16) سامي گهريا سير ۾، ڪري روح رهاڻ
لاهي سانگو ساهہ جو سر نہ ڪنيائون ساڻ
جاڻ ڇڏي پيا جاڻ ۾، تين بيجاڻي مون جاڻ
منجهہ اهڙي ئي اهڃاڻ، سي فيضل پهتا پرينءَ کي
(17) جي سامي پسين سوجهرو تہ سمجهہ اتي پئي سج
ڪڏهن وڃ نہ ڪاڏهين، منجهہ نهارج نج
ڏونگر جي ڏهڪار ڪون، نہ ڪي ڏر نہ ٻج
فيضل اڄج اڄ، متان سيان سج نہ ايري

(18) ثمر ڪٺي سور جو پيا سامي سُج منجهاءِ
وٽي پير پريڻ جو هو وڃي پار پيا
جاتي ڏينهن نہ رات اتي جوڳن ڪئين جاءِ پهتا
وڃي پريڻ ڪي ماري فيضل هوءِ هوا سدا سامي وتن سير ۾ سڳوياءِ جاتي
(19) لکيو جن جي باب ۾ هو ازل وارو انگ
سي آيا ڏاڍي پيچ ۾ پيو تن کي پر جو ونگ
شعاع ڏسي شمع جو پيا آڙهہ منجهہ پتنگ
سر ڏيئي سرهو ٿيا، ويا رلجي منجهہ هر رنگ
سي فيضل مرد ملنگ، ويا حد لنگهي لاحد ۾
(20) عاشق ويا ڏيهہ انهيءَ ۾ جاتي ڏينهن نہ رات
پاسي ڪري پاڻ کي، الف ڪيائون اثبات
ميسي چڏيائون محنت کي، حديث ائون آيات
مذهب ملت ڪين سڃاڻن، آدم ذريات
هاڻي ساروئي هڪ ذات، فيضل مُنهن جا ڏي ڪري
(21) عامنہ چاڻن عشق مون تا ماڻهو ڪن ميار
شب پر ڏسن نہ شمس کي ڪن گلا جي گفتار
سمجهي نہ سگهيائون سر کي، ٿيا ڪثرت ۾ هوگار
جن کي ڪارنهن آهہ قلوب ۾ سي ڪيئن سمجهن يار
وڃي فيضل هو ٿيا پار جن جو عشق الله سان
(22) دنيا ڪميني دوڙ ڪيون ٿي هٽي راهہ هزاران
سهڻي صورت ڪنوار وانگي ڪيون وتي سينگاران
چاس چڪائي چڪن کي، ٿي رهي جهٽ نہ ڏاران
عُشاقن طلاق ڏني تس پُرجهي پرت منجهاران
ڏيئي منڪر کي ماران، وڃي فيضل رسيا رام سان
(23) پر هي هي ڪيون حرص ۾ ٿيا هڻن دست هوائي
جو مالڪ خزانو مال اسان کي، ڪا شئي هٿ نہ آئي
دم دم ڪن دليل هزارين، جو ٿئي ڪيئن سوائي
منجهون ميڙڻ مال جي، هي وين عمر اجائي
چڏ فيضل ڏوهہ دغائي، تہ وڃي رسين رام سان

(24) محبت جي ميدان ۾ کي عاشق تام اڇن
نينهن نسورو شينهن جي، دهشت هت ناهي ڪم ڪچن
سڏڙيا سوريءَ کي ڏسي، تا موتيا پوءِ وڃن
رهبر واري رمز سان، تا ڪي ڪي رند رچن
صاف چڙهي هو سوريءَ تي، تا مانجهي مرد مچن
هتي سي سر تا مَ ڏين، جن کي فيضل قت فراق جو
(25) ستا اٿي جاڳ، ننڊ ڏيئي ٻن
راتيان ڏينهان روح ۾ ڪر هي هي لئہ هوتن
ولر وهي ويا ڪيترا، سڪڻا پيش پرين
لڪين لاڪا لوءِ موسوين سيم بدن
نيضل پُرجهي پاڻ ۾ ڏس وطن ويراڳن
ڏي اوجاڳو ۾ اڪين، رات نہ پوئي رج ۾
(26) پر جي رات نہ پوئي رج ۾ تہ اٿي اسر ويل
سهجون ٻڌي سندرو ڪر سعيو سرت سويل
ڪاهہ تہ پڇين ڪيچ کي، ڪر ويهي ڪين اويل
اوندهہ ايندءِ اوچتي، رک فيضل سمجهہ سويل
پوءِ واءِ تنهن ڪان ويل، جن پير لڌو نا پرينءَ جو
(27) اٿي جاڳو جيڏيون، جو وئي وهامي رات
اجا پئي آن ننڊ ۾ تي پرهہ ڦٽي پريات
النوم علي المحب حرام، مُکي ساجن هي سوغات
جيڪي ٻڌءِ ٻول ٻروچ سان، اٿي پار پنهنجي سا بات
تن ڪا فيضل ساءِ پو هيهات، جن دل ڪون دوست وساريو
(28) پر جن دل ڪون دوست وساريو سي ماٺهو نا سڏجن
جهنگ مرون حيوانن جان، سي ستا ننڊان ڪن
سنجهون ميڙن مال جي، هي ساري عمر وين
اڏنيا جيفتهہ هو متون ڏوندي وڙهن
ڪيئي طالب قيام جا، پيا زهر عبادت ڪن
جن ٻنهي کي ڏنو ٻن، سي وڃي فيضل پهتا پرينءَ کي

(29) سنجھي ساريو جن اديون، سي مانجھي مرد متير
جيڪي اٿيا اڌ رات جي، سي پي ڳھٽجن شير
جاڳيا جيڪي صبح جو سي سڏجن ڪين دلير
عمر ٿئي افراد تنھنجي، جن لڌو نہ پر جو پير
جت ويري آهي نہ وير، تت فيضل سي فائق رسيا
(30) لڳو جن کي نينھن جو نيزو منجھہ بدن
منجھون حب حبيب جي، هو ڪڏهن ننڊ نہ ڪن،
ساري رات فرق ۾، سي سامي ڪين سمهن
وَحدَہ لاشَرِيڪَ لَہ ايها راڳ رڳن
ڪُلُ مَن عَليَها فَانِ وَيَبقيٰ باقي ڪين بچن
موتي سي نہ مرن جن کي فيضل عشق جيئاريو
(31) پر جن کي فيضل عشق جياريو سي هن هميشہ حيات
مُوتو قَبلِ اَن تَمُوتُو مري ٿيا جي مات
منجھون لاالله جي، ٿين الاالله اثبات
سي سامي منجھہ صفات، ٿا ظاهر ڏسن ذات کي
(32) نازڪ نينھن عجب اسرار آيو متي سر عاشقن
اَلعَشقَ نارِ يَحرِقُ ماسُوَ اللهِ منجھون سوز سڙن
سرپوش متون اسرار هميشہ سانڍيو سور وتن
درياهہ وحدت نوش اجا پي اجئون اڄ چون
هو فيضل نا ڏاپن، جيڪي ڪاهي پيا ڪين ۾
(33) پر جيڪي ڪاهي پيا ڪين ۾، سي ڪينون ڪين چون
اعليٰ عرش لڏائون، لوچي سارو منجھہ صحن
ڪين بنا بيو ڪين ڪي، هو فيضل ڪين بڌن
هاٿي پليون ڪين ڪهن، جو ڪين ٿيا وڃين ڪين ۾
(34) درد جنهين جي جيءَ ۾، سُڌ تنهين کي سور
محبت جي ميدان ۾ پيا ليٽن سي رنجور
ڪين ڪمائي ڪين سان، ٿيا وحدت ۾ وهلور
سي حاضر منجھہ حضور، جن کي فيضل ڦٽ فراق جو

(35) پر جن کي فيضل ڦٽ فراق جو سي نانگا منجهون نينهن
سوئي ڄاڻن رات کي، سوئي ڄاڻن ڏينهن
سوئي ڄاڻن واچ کي، سوئي ڄاڻن مينهن
پوءِ تن تي کيهي پينهه، قائم ٿيا جي کير سان
(36) ماڻهن ليکي آدمي، پر هت هئا سي کين
نظر وجهي ناهه ۾ هي نظر کر نابين
جي اکين کون انڌو ٿئين، ته عاشق کر آمين
پوءِ نابيني مون بين، اکيون ٿيندءِ اوچتي
(37) پر عاشق جي انڌو ٿئين، ته آءُ اندر پيهي
ڏيئي ترک طماع کي، وٽ ويراڳين ويهي
اکيون اڳئين حرص جون، هي کوٽي کڍ ٻيئي
پوءِ کلندءِ اکيون سيئي، جن سان پسين پرينءَ کي
(38) پر انڌا جي اکيون، گهرين ته اڳين اک وڃاءِ
ٻاري دونهون درد جو منجهون مچ مچاءِ
پهريان سک پنهنجا پسي، ڏيئي ڏک وهاءِ
تهان پوءِ هت آءِ جت جبل ٿو جاڙون کري
(39) پر جبل ٿو جاڙون کري هي ڏونگر ڏاڍايون
هڪ تابش تکي سج جي، ٻيو دونس لکن لايون
لکين مرون لوچ ۾ پيا وتن واجهايون
کي کاڏيون کي ٿا گهرن هوير جون بلائون
فيضل هر هر ٿو کري جبل جلدايون
آءُ سانگو سر لاهيون، نه ته کين رسنديءَ کيچ کي
(40) سورن منجهون سوجهرو آهه آديسين
راتيان ڏيهان روج ۾ سي منجهون قلب کڙهن
پانڌيئڙا پرديس جا، سدا سور سهن
واري ورق وجود جو کيائون وحدت منجهه وطن
هي فيضل نوڙون تن، ڏک وهايا ڏاج ۾

(41) پر جن ڏک وهايا ڏاج ۾، سي محبت ۾ مرڪن
منجهه مدرسي محبوب جي، سدائين سونهن
پرت منجهون پئمال ٿيا، لائي خاڪ لڱن
لَن تنالوا البر حي تنفقوا تلف ڪيو سرتن
تهان پوءِ ٿئين، فيضل پڻ پرينءَ جو
(42) سورن واريون سرتيون، اڇو آيل اڄ
هلون هوت بلوچ ڏي، لوڪون لاهي لڄ
ڏونگر جي ڏهڪار جي، ڀڏي ڀاڪ نه ڀڄ
وندر جي وڏڪار ۾، واڪو ڪيون وڄ
پوءِ ڪيچي ايندءِ ڪڄ، فيضل پاڻ پهاڙ ۾
(43) سوري سڏيو سرتيون، اڇو هلون اڄ
ڏهون سر ڏيڻ جي، ماڻجهي مور نه ڀڄ
موٽڻ پوءِ ملامتي، آ مردن ڪارڻ لڄ
چڙهي سوري گڄ، فيضل خود منصور جان
(44) سوري سڏيو سرتيون، قابل آهي ڪو
آڃيون اڇي سامهون، سورهيه سر سڄو
سڏڙيا انهي سير سان، متان پير وجهو
اڇو شير اڇو سوري ٿي سڏڙا ڪري
(45) جوڳي جاڳي جوش سان، منجهون ڀارن مڄ
پائڻ جو پولو ڀڳائون، ڪوڙ وڃائي ڪڄ
ميرنهن ڏوئي مام سان، اندر ڪيائون اڄ
فيضل سمجهي سڄ، رليا وٽن رام سان
(46) سامن لڏو سوجهرو، ووڙي منجهه وجود
ڪين ڪٽي پيا ڪين ۾، ڇڏي غير غُنود
پاڻ منجهون پيهي ويا، بت وڃائي بود
سوئي جاڻن زبان ڪي، سوئي جاڻن سود
سوئي ساجد سرتيون، سوئي سر مسجود
وحدت منجهه ورود، فيضل سدا سامئين

(47) قُل هُوَ اللهُ اَحَدُ، هي عارفن احوال
كُل مَن عَلَيها فَانٍ وَيَبقيٰ، پاڙ تيا پئمال
فَاَينَماَ تُولو فَثم وَجهه اللهُ پسن جت ڪٿ روءِ جلال
لااِلٰه اِلاالله هي ڪهن قول ڪمال
سي نانگا تيا نهال، فيضل فرض فنا ۾
(48) پر فيضل فرض فنا ۾، تي مانجهي مست مدام
شرب اُڪل سڀ عيش ڪي، ڪيائون ترڪ تمام
لڳا پا لاهي لذائون، الفت منجهه آرام
پوءِ نفي ڪري نام، عين تيا اثبات
(49) سسئي نه سڄ تي، جيسين جئين جل
وجهي واڳيان ورهه جون، هينئن سان ئي هل
لڪن جون لوهان سوين، سر مٿي تي سل
چپر چوهيون چريون، جي منجهون ئي جهل
تڏي ڪوسي ڪيچ ڏي، ڪاهه يڪي فيضل
پوءِ ايندءِ پاڙ پنهل، ڏونگر سندي ڏيهه ۾
(50) پر ڏونگر سندي ڏيهه ۾، نڪي هان نه هون
باجهون حب حبيب جي، نڪي باس نه بون
نه ڪو پنڌ پهاڙ جو نڪي مان نه تون
پنهنجو پاڙ پنهون، نڪي سور نه سسئي
(51) اتي الڪ سامهان، سنگا سڀ وسار
ڏاڳا ڏاري درد جا، سوري تي سوار
ڪڏهن وڃ نه ڪا ڏينهن، سينو سر سڌار
فيضل منجهه نهار، ته ملڪ سڄو منصور تي
(52) اتي الڪ سامهان، سانگا پيام سلهاڙ
ڪڍي ڪوڙ قلب ڪون، ڪوجهي ڳالهه ڪچاڙ
سينو حرم سو پرين، تڪيا پيام تاڙ
پرت انهي پر پاڙ ته فيضل ماڳ ملائين

( 53) آديسي الڪ سان، گهڙي گهار نہ گهٽ
سمورن منجهون سو جرهو چاس ايهائي ڇَٽ
سيج پلنگ پرينءَ لئہ پر تون پائنج پٽ
ڪي پر منجهہ ڪرٽ وجهہ تہ ڪنڌ ڪپائين
( 54) پر جي ڪنڌ ڪپائين، تہ وڃ واڌوڙن وٽ
ڏيئي سر اڏي تي، مورون منهن نہ مٽ
مر جان وڃن واڍڙيا، سهج سور سهت
انهي پر پرٽ تہ سڌ پوئي سور جي
( 55) ڪلاڙ جي ڪاتي ڪي، مڏي چئو نہ مڌ
آٽي سر اڏي تي، رکج ڪري ڪُڌ
ڪهڙ وقت ڪلاڙ جي، نڪي چُر نہ لڌ
واري ويهہ م تڏ، تہ فيضل خود واڌو تئين
( 56) لهہ تہ لعلڙ لڌ تئين، الّلڏان اونداهہ
ڏورڙ سندي ڏونگرين، ڏکي وجهہ مَ ڏاهہ
ڪوڙئين ڪاڏيون ڪيتريون مرن متئون راهہ
ثمر ساٽي ڪين ڪي، سنگت ڪين سلا
ٻاجهون هوت حبيب جي، واهي نڪا واهہ
هيءَ فيضل برهہ باهہ، پار پچا تي ڪري
( 57) ويني در وريام جي، ڪاڪون ڪوڪا ريج
سڌن متون سڌڙا، طلبون تنواريج
ماتم وجهي من ۾ هنجون جر هاريج
پاڙ نہ ڇاڻي پاڙ ڪي، پر ۾ پڪاريج
فڌ ڪروني اذڪر ڪم، دم نہ وساريج
نوڙي نهاريج، فيضل انهي فهم سان
( 58) پيهي پير پرينءَ جو منجهون پاهڙ پس
جتن سندي جوءِ ۾ ڏونگر ڏيندءِ ڏس
وندر جي وڻڪار ۾ وڃي روحي رس
فيمن تن شابس جن توڙ بياهيو نينهن سان

(59) سسئي ويهه نه واڻ تي، جيسين جئين جڪ
ڏونگر مٿي ڪي ڏاج ۾، ڏير ڏيئي ويا ڏڪ
آغي لڪيو اڳهين، باب بنديءَ جي بڪ
جبل جالڻ جيڏيون، سهجون پايان سڪ
فيضل لٽي لڪ، ٻاروچي جي ٻاجهه سان
(60) محبت ڪو رو من ۾، ٻاريو پاڻ پرين
آڳ اڳي ئي جيءَ ۾، ٻيهر ٻاريو پاڻ پرين
اڇا ٻاروچن، موتي وڌم مچ ۾
(61) پر موتي وڌم مچ ۾، ڪيچن قست ڪري
جلڻ ڪامڻ جوش مون، آيس منجهه اري
ٻاريل آڳ عجيب جي، ڪڏهين ڪين ٺري
منجهون مچ ٻري، فيضل نام نفي ٿيو
(62) پر فيضل نام نفي ٿيو رهيو سر سبحان
فاينا تولو فثم وجهه، ظاهر عين عيان
اونهين بحر عميق جو بيحد باب بيان
سارو جڳ جهان، پاڻ پسڻ پنهنجو ٿيو
(63) جيڏيون هن جبل جي، مون ٽڪڻ سان ڪيو ٽڪ
روز اچن ٿا اوچتي، لڪن مٿون لڪ
ڏونگر ڏاڪا ترڇڙا، ڪاهي ٿيڙس ڪڪ
اڄ پڻ ايندم ڪيچ ڏهون، ويٺي تڪيان تڪ
فذڪروني اذڪرڪم، پنهل سان ٿم پڪ
فيضل جهولو جهڪ، ڏير ڏيئي ويم ڏاج ۾
(64) سرتيون هن وهٽ سان، مون ڪيا وڏا وس
وڏائي جي ريت ڪون، سو مور نه ڪري ٻس
اکيون اکين سان ٻڌي، ڪيم قابو منجهه عڪس
ٻوٽ ٻڌڻ سان ٻوڪيو ڪجهه هلڻ منجهه سرس
فيضل انهي فهم جو ڪنهن ڏاهي ڏنم ڏس
پوءِ پسي چهڪ چس، سنواري مون سڌو ٿيو

(65) تيڪان توڙي جيڏيون، نڌر تي نڪتياس
ڏونگر ڏورڻ ڏوهرو پٽن پيش پياس
ڪيچن ڪارڻ لوچ سان، لڪين لڪ لنگهياس
وچي تت پياس، جت فيضل آس نه آسرو

(66) سسئي سور پرين جا، اندر اوساري
چڙهي ڏونگر چوٽئين، تڪي تنواري
ويني ويرن وچ ۾ پنهل پڪاري
آريءَ جي آريءَ، ويني وات نهاريان

(67) سرتيون انهي سور جي، پيم ڪا نه خبر
آيم سر تي اوچتي، مچائي محشر
جلڻ ڪامڻ جوشا مون جهجهڻ جي، اندر
اهڙا ڪيس قهر، فيضل عشق ايڪيا

(68) پر فيضل آيس عشق مون، ٻاري من مڙهي
ڏيئي ٻاهه پنيور کي، ڇڏيم ڏيس ڏهي
اندر عشق عجيب جي، لاتم درد ذري
ڪيچن ڪاڻ قلوب ۾، ويم ساهه سڙي
اوچتي ويس اڙي، نه ته آن نه ويهان آڳ جي

(69) سرتيون هوت بلوچ لئه، ساعت ڪين سري
رات ڇڏي ويم رج ۾، ڪيچي تست ڪري
ويني وات نهاريان، منجهون ڏيل ذري
ايندم شال وري فيضل ڪانڌي ڪيچ ڌاڻهن

(70) پانهڻ پانئيان پالڪي، ڏونگر ڏک وروهه
دلداري تيم دوست لئه لڪن سندي لوهه
اندر پنهل جو روح ۾، پاتم پائي جوهه
ڏيرن ڪهڙو ڏوهه، فيضل قلم قضا ڪيو

(71) پر فيضل قلم قضا ڪيو ته هيءَ نماڻي ڪير
واقف نه هيس وات جي، ڪيو امر انڌير
هڪ ته ويري جت ٿيا، ٻيا دشمن ٿيم ڏير
سنجهي سات ڪٽي ويا، هيءَ پانئيم نه ڦند ڦير
پوءِ صبح پسي پير، هنجون ٿي جر هاريان

(72) ڪيچن ڪاڻ قلوب ۾، ٿي پائيان سور سجر
پاتم پير پرينءَ جو پانهڻ منجهه پڌر
پسي جبل جبر، ڳوڙها ٿي ڳل ڳاڙيان

(73) اکيون پرينءَ پار ڏي، ٿيون نت نهارين
آٿيون آب ابر جان، هي هنجون جر هارين
سوئي ساهه پساهه ۾، ٿيون اندر اوسارين
پسڻ ريءَ پرين جي هڪ گهڙي نه گهارين
ٻيون فيضل سڀ وارين، پسڻ ريءَ پرينءَ جي

(74) زيرُ ءَزيري پاڻ ۾، ٻاروچل ٻولين
سڙٿ صلاحي ڦروڻان، توکي مر ڳولين
انهي ڪي اتي چڏي، تہ بَرون مانين
ٻولي ٻاروچل جي، سمجهي سگهيس ڪين
مام ائين پيا ڏين، فيضل ويهه نه وات تي

(75) ڏونگر تنهنجي ڏيهه ۾، آيس يري ڳات
ڏس ته مُئي ڪي ڏي پهي، ڪريڪين اچات
جيرا توڙي جلائين، ته ٻه ڪين ڪنديس مون مات
هي فيضل ڏونگر ڏات، جهل نه جهلو نه ٽئي

(76) رلي ٿي راڙون ڪري، ڪونهي ولهي وس
موتي محبت مُئي ڪي، روح رئي ۾ رس
ڪري ڪرم ڳُنيءَ تي، پرين پاڻو پس
فيضل ڳورن ڳس، ورتيون وات نهاريان

(77) الله کارڻ اوٺيا، واڳون واري جهل
پهچان مان پرين کي، تيز ڪاهي هل
پالهڻ پير پٽون ڪيا، ساڙيم عشق اڇل
هڪ تہ آڳ عجيب جي، ٻيو ڏنم تاب جبل
ٻي غرض بلوچ سان، جي جڙيم فيضل
مئي جي لاهي ڪل، ترس نہ ڪن تہ جيترو
(78) پر ترس نہ ڪن تہ جيترو جاڪون نہ مارين
آب حياتي عام کي، پڪ نہ پيارين
موتو واري مام سان، ماري جيارين
واڳون پوءِ وارين، فيضل ماڳ مُئي جي
(79) سامن ٻڌو سندرو، مڙيا ڪين مدام
شرب اُڪل سڀ عيش کي، ڏنائون ترڪ تمام
ٻي مرادي جي باب ۾، گهري پيا ٻهرام
پولو پيچي غير جو منجهہ عين ڪيائون آرام
وحدت جي درياهہ مون، جلد پيتائون جام
هاڻي فيضل ڪنهن جو نام، وڃي قطرو قلزم سان رليو
(80) پر فيضل جوڳي جڳ ۾، اڃا آهن سدائي
انوم علي المحب حرام، سي وتن ننڊ وڃائي
لونءُ لوري يار جي، تن وحدت جي وائي
اوڃو تي ايريا وڃي، لڏائون اعلائي
توڙي دوال دوئي جو وڃي تيا هڪائي
سي سامي سدائين، عيدان ڪن اثبات ۾
(81) سامن ٻڌي سندرو، هليا واٽ وڇول سان
خوف رجاءِ جي جاءِ ڪون، لنگهيا عشق الول سان
دين ڪفر جو پول، پڳائون ٻهڳڻ واري ٻول سان
منطق معنيٰ تپ رکيائون، فقهي علم اصول سان
لدني علم لڏائون دل ۾، ويا عقلي علم عقول سان
هاڻي ڪلمي واري قول سان، وڃي فيضل رسيا رام کي

(82) پر سي فيضل رسيا رام کي صبر جن جي ڪار
ڪچن پچن ڪين ڪي، آهن سرپوش متن اسرار
مست مواس ڦرن تا جڳ ۾، خوف رجا ڪون پار
دست ڏوئي دارين مون، هڪ نشي منجهه خمار
پيا بحر عميق ۾، جت عاشق نگوسار
فشم وجهه الله تيو چوڏار سي ڪاڏي ڪري نيت ٻڌن
(83) حسن سڄڻ اظهار تيو منجهه گل گونه رخسار
تجلو تاب ظهورو ذاتي، عڪس منجهون انوار
عاشق انهي بحر ۾، تا سمجهن سر اسرار
پتنگ جان پرواز ڪري، آئون سڙي لهن تا سار
پسن مُنهن محبوب جو تا چو طرفين چوڏار
سي پليون ڪن ديدار، فيضل حسن حبيب جو
(84) عوشاقن ڪي سک نه صيحت، نڪو صبر قرار
رات ڏينهان تن راڳ رڱن ۾ تن من اندر تار
وحدت ٻاجهون وار نه ڄاڻن سارو هي سنسار
پاڻ وڃائي پاڻ لڌائون، پاڻ رهيو هڪ يار
هاڻي شبروز آهن گار، فيضل سير سمنڊ ۾
(85) ابتڙ بازي باب برهه جو عام نه ڄاڻي ڪوئي
جنهن سر آيو نينهن پنهل جو قدر سڃاڻي سوئي
دور تيا دارين ڪون، جن صاف ڪئي دل ڏوئي
پاسي ڪري پاڻ ڪي، تيا عاشق اهو ئي
هي فيضل ساروئي، سي جان جسم جانب ڏنم
(86) شعاع ڏنو شهبازن، هو موتيا ڪين مڙي
پرواز ڪري پيا باهه ۾ تيا هو صاف سڙي
شبروز آهن سير ۾، جيئن سمنڊ منجهه ڦڙي
غوطو هڻي غرق تيا، هو وحدت منجهه ٻڙي
هاڻي سارو سمنڊ جڙي، سي فيضل وڃي محو تيا

(87) ڏونگر جن کي ڏاج ۾، سي ڪيئن سک سمهن
پاهڻ سندن پيچرو، سوري سيج تنهن
جهجهڻ جهوري جيءَ ۾، منجهون مچ پون
فيضل فرق نه تن، جيڪي نينهن نندو ڪيا
(88) پر جيڪي نينهن نندو ڪيا، سي سک نه سمهن مور
ڏونگر ڏورڻ ڏوجهرو ثمر سندن سور
رنجيا ٽيئن ڪي روح ۾، ساٿي ڪو نه سرور
لک لنگهي ويجها ٿيا، پورب پهرئين پور
سي حاضر منجهه حضور، فيضل پسن پرينءَ کي
(89) ڏکئين ڪي ڏونگر جو ٿو پوي ڪو نه سماءَ
ورن ۾ واڪا ڪيون، سي وڃن جيئن واءَ
ڪري لوڏ لڪن مون، هو لائق وڃن لنگهيا
پوءِ فيضل فرق ويا، هوت تنهن جي هنڌ ۾
(90) پر هوت تنهن جي هنج ۾، جنهين ثمر ڪنيا سور
جبل ۾ جهلي پيا، سي ڇڏي سک سرور
ڪري چيچ چپر ۾، ٿيا پاٽو پرجهي دور
سي نور اعليٰ نور جن فيضل فرق وڃائيو
(91) لوچي لوچي نه لهان، سسئي ساڙيهي
پنهل آيو پاٽهين پکي منجهه پيهي
هستي هوت بلوچ جي، سلڻ ناجيحي
پاڻ پروڙي پاڻ کي، ڏيهه منجهون ڏيهي
ديک ڏسي ويهي، فيضل نام نفي ٿو
(92) سڪڻ سمارڻ سور سان، هي ڪاٽيارن جو ڪم
چنا ڇڏن ڪينڪي، هو دوست بنا هڪ دم
لوچي لنگهيا لوچ سان، ڪلي غم وهم
آسڻ ڪيائون اٿ وڃي، جاٽي ابءَ نه امءَ
ڪري پاڻ عدم، سسئي وڃي فيضل پيا پاتار ۾

(93) اُٺ جاڻن کي عشق جي، ڪا سڌ نه ڪو چارو
لڙهيا وچن سير ۾، سي وائر لهنوارو
سالڪ وچن ساموهان، هو عاشق اوپارو
فيضل سر سارو، خود پُرجهي ويا پاڻ ۾

(94) سُرندي کي ساز ڪري، وجهه تنبوري کي تار
مون مون چڏي چوهه مون، ڪر تون تون ڪين تنوار
نانهه منجهون ٽي ڪين تي، آهن تيئي آر
لات لئين منصور جان، تي سوري سزوار
وڃي سي تيا خود مختيار، جن فيضل فرق وڃائيو

(95) مون مون چوڻ ميهڻو اڳيون عجيبن
تون تون چوڻ تورڪون، سرتيون ڪم ڪچن
لوچي لڪ لڙات مون، لاهوتي دم لهن
احدُ موحد واَحدءَ، پنهنجو پاڻ پسن
فيضل ٻي نه ٻڌن، سوئي شُڪر سير ۾

(97) آتڻ اورانگي ويون، ڪاپي مون ڪاتار
پها چڏي پوئتي، چشم ڪيائون چار
ايت جلائي آڳ ۾، نڪري تيون نروار
پاڻ نه جاڻن پاڻ ري، نڪا تند تنوار
فيضل تنهن پار، ڪير پروڙي ڪو ٻيو

(98) پر ڪير پروڙي ڪو ٻيو، ڪاپاتن ڪردار
ايت اجاري اُسريون منجهون سڪ سوار
سر ڏنائون سٽ ۾، ڪري وٽج واپار
انئي ٻهرانهيءَ ۾ رهن پاڻو ڏار، سي قطري جيئن گم ڪار، فيضل سير سمنڊ ۾

(99) پر سدا سير سمنڊ ۾، وتن وٽجارا
ڪارو ڪيڙي پار پيا، سڙهن سانيارا
فيضل تن تڙن تي، ڪنن ڪڙڪارا
گهمرن گهوٽ سوين ڪيا، لوڏي لهنوارا
سمجهه رکين يارا، ته ٻيڙو لنگهئي ٻاجهه سان

(100) جوڳن جاچي جيءَ ۾ لڌو سرار
خوف رجاءِ جي جاکون، لنگهي تيا هو پار
نه ڪنهن ڏوهه ثواب جي، نه ڪنهن ننگ ميار
فيضل هو وڃ حدڪون، نڪري تيا نروار
وينا ريجهائن يار، جنهن پر ۾ پرچي پرين
(101) راڻو روح ڪي ڪٽي ويو چنبين ۾ چاتي
بيت چڏيائون بند ۾ ڪاڪ اندر ڪاتي
پل پل جي پورن وڏو مومل ملهاتي
وٺ سور پرينءَ جا، اندر تي آتي
گهمرن گهماتي، فيضل جيءَ جلائيو
(102) راڻي جي رسڻ جي، ڪل پئي هم ڪا نه
ستيءَ پئي هم سيج تي، آيا جاڳيس تانهن
ڏيئي ٻانهن سرانديَن، ننڊ منجهون نادان
ڪام ڏيئي ويا ڪڄ ۾ ماريس تنهن گمان
فيضل مون گهر مان موٽي آءُ مل ميندرا
(103) پر موٽي آ مل ميندرا، چانگي ڪي چوري
ويني واٽ نهاريان، تارن ڪي توري
ڪتيون مٿئو مرتيون، تيڙو سي توري
عاجز جون آهون ٻڌي، آءُ پرين اوري
سور اندر سوري، مومل ميڏائون ڪيون
(104) مومل جي محلات ۾ آيو گهوٽ گهري
پاڻ پروڙي پاڻ ڪي، پنهنجو پاڻ وري
مڙوئي تيو ميندرو وئي مند مري
راڻي ري ٻي ڪاڪ ۾ رهي ڪالهه ذري
ايها ڳالهه ڪري، فيضل عشق اڇي ڪيم
(105) رڳ رڳ رون رون ڪين جي، تراريم تڻي
چونڊي ڪين ڪٽي، وڃي فيضل پيس پاتار ۾

(106) مادر پل نہ مُٺي کي، وٺي کا نہ وري
ڏائين پنهنجي ڏک جي، ڏسيان ڪيئن ڪري
نہ ڪنهن ماريم ويرئين، نہ ڪنهن رنج ڀري
هڪڙي حرف حبيب جي، هيم ذوق ذري
انهي سور چري، فيضل جند فاني ڪيم
(107) سرتيون عشق عجيب جي، وڌم تاب تري
ڀاهہ ڀاڦ نہ پڌري، اندر مچ ٻري
ڪنهن پر تنهنجي تاب جي، ڪيان ڳالهہ ڳري
هڪڙي چٽنگ حمام ڪون، ڀاهہ جي نڪري
لڳي آڳ اين ڪي، ڏونگر پون ڏري
ساول سي سڙي پون، پرندڙ ڪون ٻري
جانور سي جلي وڃن، چُرندڙي ڪون چري
تهين تاب ڪري، فيضل رهي ڪون ڪو
(108) ڪنهن پر سور وراهيان، سرتيون ڳالهہ ڪري
سڪ وڃايم سي مون، آيس منجهہ اري
دلڙي درد فراق ۾ ويني سور چري
ڀاجهون هوت ڀروچ جي، ساعت ڪا نہ سري
همت همراهي ڇڏي، پرين ٽيام پري
واهہ وسيلو ڪون نہ ڪو ويم وس ڳري
چارا سي چڪي ويا، ڀاجهون ڀاجهہ ذري
واحد شال وري، فيضل هن رڻ راهہ ۾
(109) محبوب جي محلات کي، لڪين دروازا
جيڪا جنهن سان وڃي، جهل مل ڪانهي ڪا
جيڪي آيا سي اڳهيا، در دلبر جي مان
اهڙو بحر عطا، فيضل سندم سو پرين

(110) پر فيضل سنڌ سو پرين، سونهن سندو سلطان
هڪ تجلي تنهنج کيو عالم پريشان
جن، ملائڪ، آدمي، سڀئي سرگردان
شمس قمر حُوران، پريون حيرت ۾ حيران
سهڻن اُتهون سونهن جو مڙني لڌو مان
کري کير بيان، فيضل حُسن حبيب جو

(111) توڪل سندو سندرو ساهي ٻڌو جن
وَمَن يُتوَڪل عَلي الله فَهُم حُسبہ قادر ڪافي ڪن
اونهي بحر اويڙ ۾، موروں سي نہ منجهين
کري لوڏ لنگهن، فيضل تهين تار مون

(112) اونهو بحر عميق جو ڪنڌي نہ ڪنارو
ڪيئن انهيءَ جي اونت جو ڪولهي سڌارو
سر جنهين کي ڪو نہ ڪو پاند نہ پيارو
ماعر فناڪ حق معرفتڪ، مانجهن مونجهارو
عارف اڻ سارو فيضل تهين تار ۾
پر جان جان جوئي جاڻ ۾، تان تان سو اڻجاڻ
فيضل تن اهجاڻ، جن جاڻ وڃايو جاڻ سان

(113) عشق اچي دل ۾، ڏنم دردن جا ڏوٽا
لکن جا لوڏا سوين، ڪاتيم ڪالهوٽا
هيڪل هوت ٻروچ لئہ، تي برن ۾ پوٽا
سورن سنگهيڙان ڪيون، ڏکيءَ تي ڏوٽا
اجامن اوٽا، فيضل تهين تار ۾

(114) ٻيٻيءَ سندا پٽڙا، شهزادا ٻيئي
نور نبيءَ جي نور جا، ديدن جي ديهي
ساراهہ تن جي سوڀ جي، ڪيا مون ڪيهي
ڪانهئي باب بيان جي، پاتم جان پيهي
محبت جن جي من ۾، ويم تان ويهي
فيضل او هيئي، مالڪ مليم من ۾

(115) شهزادا سي شاهہ جا، سڳورا سردار
ولهن سندا واهرو اڙين جا آڌار
ڪوفن ڪوڙ ڪمائيو لکي قول قرار
هت اچو اسان، سيئي مددگار
موذن سندو مامرو الاهي اسرار
ڪٽي برهہ بار، فيضل سي سرها ٿيا
(116) قضيو ڪربلا جو ناز نسورو نينهن
عليءَ جي اولاد تي، محبت انو مينهن
ڪاهي ڪٽڪ وچ ۾ پيا ڪيهر شينهن
ارض سما ان تاب ڪون، تتا سي تهين ڏينهن
نيضل پسي پيهن، پيا ملڪ ماس ۾
(117) فرزند علي شاهہ جا، سيئي پهلوان
ڪاهي ڪربلا ۾ آيا جُنگ جوان
(118) مومل جي ئي من ۾ سوڍو سدائين،
ڪانڌ نہ وسري ڪڏهين مورون منجهائين
راتيون گذرن روج ۾ سور صبح تائين
ڪنهن سان ڳرهي ڪين ڪي، ذرت سندي ڏائين
سورتين ساءَ فيضل ويلهہ نہ وسري
(119) جيجل جو راڻي هٽي، جهوريو منهنجو جيءَ،
سيني پر تي ساهہ ڪٽان، پسيون وحدت ويءَ
پيرين پنڌ نہ اچهي، هينئڙي بناهي
اڌ اميدان سي ويون، ويتي سهان سيءَ
فيضل راڻي ري دلڙي دم نہ ورندي
(120) اکيون وجي اوچتي، اڙيون اوکي هنڌ
محبت جي ميدان ۾ ڪاڪُل ڪيم ڏنڌ
پر نہ باز بازريون، نڪو بازو بند
اڏري ڪيئن اوڏهين، وڃا ڪري پرينءَ پنڌ
رائو روهہ روئي ۾ رويون پسان رند
پنهل سان پيوند، فيضل ٿيندم ڪڏهين

(121) جيجل منهنجي جيءَ ۾، دردن جا ڪورا
پائنئيم سي تورا اوجو مڪا سڄڻين
(122) جيجل منهنجي جيءَ ۾، سورن سندا پور
پائنئيم سيو نور، اوجو مڪا سڄڻين
(124) جيجل منهنجي جيءَ ۾، سورن مٿون سور
پائنئيم سي سرور، اوجو مڪا سڄڻن
(125) جيجل منهنجي جيءَ ۾، غمن سندا بار
پائنئيم سي بهار، اوجو مڪا سڄڻن
(126) درد وندن جي دل ۾، هي هي سندي هاءِ
ڪٽڪي ڪڏين ٻاڦ ڪي، ووءِ ووءِ ڪيون واءِ
فيضل تنهين لاءِ، سڄڻ سي آهون تيون
(127) باري بار برهه جو آيو سر تي بي اختيار
چوي چوائي پاڻ تو خود سونهن پريو سردار
ٻاجهون پاڻ پرينءَ جي، ٻي ڪانهي ڪا گفتار
سمجهن ڪي وينجهار فيضل انهيءَ فهم کي
(128) جان جان جوئي واهه ۾، تان تان سو بيواهه
آڏ اميدون آسرا، رائو مٽيئي راهه
پائڻ پولو پانهنجو شرڪ شراڪت شاهه
ٻُرجهي پسيج پاڻ ۾، پيو ڪونهي ري الله
صدقو ڪر هي ساهه، ته فيضل پسين پرينءَ کي
(129) پر جي فيضل پسين پرين کي، ته سڪ چورن سندي چال
پير چپائي پنڌ ۾، مخفي ميڙج مال
اندر ڪولي عام سان، هڏون ٻاڦ نه حال
محبت جي ميدان ۾، ٻقوا عين وبال
جي سوري چاڙهن سيال، ته به سچ نه سلج ڪڍهين
(130) اونهين بحر عميق جي، ڪنڌي پاند نه سر
ڪنهن پر سليان ڪنهن سان، تنهنجي خاص خبر
ماٺ منجهون مشرڪ ٿيان، ڪچڻ ۾ ڪافر
فيضل اهڙو ڦر، پر تون مون پرائيو

پر جان جان ڪافر ناهہ ڪو تان تان نہ مسلمان (131)
قلبون ڪافر تي اچي، پڳتي چئو پڳوان،
ڪفر بنا ٻيو ناهہ ڪو چارو باب بيان
دين عقل ايمان ڪون، اڳئي تي عرفان
شوڪ شريعت جو چڙهي، ثابت ڪر سبحان
قربون ڪوئائي تڏهن، وصلون ڏينده ڏان،
ايهو فيضل مچ فرمان نہ سچو ساڏ سائين
جي سچو ساڏ سمائين، نہ ڏوئي چڏ هي ڏيان (132)
مسلا مذهب دين جا، پوري ڪم پنهان
ڪاهہ ڪري پئو ڪفر ۾ واري وهم گمان
اونهي ۾ وڃ اوهڙي، ڪري پاڻ زيان
غوطو ڏيئي اتي غرق تي، تان تئين مسلمان
فيضل شاهي شان، مري جيءُ تہ ماڻيئن
حق بنا حق نہ ملي، لوچي لهج حق (133)
پاڻ پروڙي پاڻ ڪي، شائق ياڻءُ شڪ
پير پسي پئو پنڌ ۾ وٺي سور سبق
پاڻ وڃائي پاڻ ڪي، پاڻ سمائج پڪ
فيضل ڪونهي ڪڪ حاضر ٻاجهون هوت جي
محبوب جي محلات ڪي، در نہ دريچا (134)
ڪيئن وڃي ڪوئي اوڏهين چارو واٽ نہ ڪا
ڪوڪ نہ ٻڌي ڪا پرين، مرڻو اڳي ها
عاشق انهي راهہ ۾ هي سر گهوري آ
ڪڏ ڪري پئو ڪين ۾ لاهي خوف رجا
ڪر فيضل پاڻ فنا، تہ ويجهو تئين وصال ڪي
پر جي ويجهو تئين وصال ڪي، تہ ڪاهي پئو منجهہ ڪين (135)
نيڻ نهاري ناهہ ۾ ڏس ڪين بنا ڪجهہ ڪين
ڪين پرائي ڪين ۾ خود ڪين سمائج ڪين
ڪين ڏئو جن پاڻ ڪي، سو پاتو تن ڳجهہ ڪين
هن هستي ڪون هج ڪين، تہ فيضل ڪين سمائيئن

(136) آيس عشق اومڙ ۾، ڪينو ڪين ڪٺي
لون لونءِ ۾ لئون ڪين جي، ويڙم هوت هٺي
هتين پرين ڪين جي، وائي واهه وٺي
(137) سر ڪلمي دا سمجهڻ مشڪل ڪلما عشق پڙهيندا
چاڙهه ڪٺان ها محبت والا، عاشق روز ڪڙهيندا
وحدت دي درياهه وچون، گهت زوران زور لڙهيندا
فيضل نارا مار حقي، سر سولي پڪڙ چڙهيندا
(138) ڪي حيواني حال سان، تا دنيا ڏي ڊوڙن
ڏاڪي پيا تٺن بهشت ڏي، ڪي دوزخ ڪان مَ ڊڄن
سچا عاشق سامهان، واحد روئي وجهن
مر جان سي مرڪن، فيضل هوت حضور ۾
(139) سهٺي دم درياهه ۾، طلبون تنواري
سڏن متون سڏڙا، پل پل پڪاري
ويني لهرن وچ ۾، ساهڙ تي ساري
فيضل اوياري، ڪيئي ترن تار ۾
(140) پر سي تيون ترن تار ۾، توڪل ترهو جن
بيڙي ٻوڙو ڪو نه ڪو واحد وئي وجن
ڪاهي ڳنن وچ ۾، پرتان پاڻ پون
اونهين بحر اويڙ ۾، ٿنبي جيئڻ ترن
فيضل سي نه ٻڏن، جن جو عشق الله سان
(141) ٻاجهه پري ٻار وچ، تون موران لاهه نه آس
پرتان ايندءِ پاٺهين، ڪم ڪري سڀ راس
ٻاجهون ٻاجهه پرينءِ جي، ڪڪ نه يائج پاس
فيضل سورن چاس، چڪ ته پهچين پرينءِ ڪي
(142) پر جي تون پهچين پرينءِ ڪي، ته آس اميدون چڏ
ڏيئي ٻاهه پنيور ڪي، لوڪان ساجهر لڏ
دلبر سان دل گڏ، ڏئي من ۾

(143) ڪونجن جو ڪرڪو ٻڌي، جيڏيون جليم جيءَ
ڪاهي ويا ڪيچ ڏي، هيڪل چڏي هيءَ
ساعت جالڻ سرتيون، مشڪل پرين ريءَ
فيضل فاني ٿيءَ، تہ هيڪاندي ٿئين هوت سان
(144) ڏئو ماءِ جاري جيءَ جگر ۾، لڳو تن کي گهاءَ
خُوشي خواب قرار سڀ، ويون تن منجهاءِ
فيضل ڪين فناءِ، ساڙي سوز فراق جي
(145) ڪپهہ ڪنن ڪان ڪڍي، ڪڙڪو ٻڌ ٻوڙا
موت نغارو ٿو وڄي، سر تي گهل گهوڙا
چوڪنڊ ڪوچا ڪوچ جو غوغو لڪ لوڙا
سِرَ تي ايندءِ پوءِ وري، ڏسنديئن ڏک ڏوڙا
ڪر ڪو اڄ ولئہ اٿي، ووءِ ووءِ ٿون ووڙا
فيضل ڳل ڳوڙها، روز وهائج رت جا
(146) پر محصل ملڪ الموت جو چاڙ اڄهو آيو
هاڪ ٻڌي هٽتاڙ جي، ساجهر ڪر سعيو
سنياري وٺ ساهہ سان، موتن جو مايو
فيضل رک رايو دلبر جو دارين ۾
(148) پرين ڏنم پاڙ ۾، بغلين وجهي بک
فَاِنَ مَعَ العُسر يُسرا اِنَ مَعَ العُسر يُسراً، سور مڙيئي بک
پيهي جن پاتار ۾، لوچي لڌو ڏک
فيضل تن کي لک، ڪا نہ لڳندي ڪڏهين
(147) مام پرينءَ جي من ۾، پُرجهي پاتم پڪ
العشق نارٌ يخرق ما سو الله، شوق وڃايم شڪ
فايما تُوالُو فثم وجهہ الله، هر طرفين ٿيو حق
فيضل لنگهي لڪ، حاضر ڏٺم هوت کي
(148) دلڙي دردن جي ڦٽي، پڙهہ برهہ جو باب
ڪاهہ ڪيون ڪوهيار ڏي، شوقان وڃ شتاب
مٿان مُٺي موٽيئين، ڏسي ڏونگر تاب
فيضل نينهن نواب، پرتان ايندءِ پاڻهين

(149) پر توڪل سندي تيل سان، من ۾ جوت جڳاءِ
خيال اتاري خوف جو چوڪيدار چڙهاءِ
آڙهه ٻاري عشق جو جسمي چور جلاءِ
رونق انهي رسم سان، پڙ ميدان ملهاءِ
فيضل پاڻ وڃاءِ، تہ پنهنجو پاڻ سمائيئين
(160) ڪوڙيائون وڻ راهہ ۾، سندا نينهن نشان
حملو ڪري حشر جان، پيا منجهہ ميدان
هڻي نعرو حيدري، ڪيائون لک زيان
پسي ڪم قضاءَ جو صابر ٿيا سلطان
مڃي سو فرمان، فيضل شير شهيد ٿيا
(161) پر فيضل شير شهيد ٿيا، گوندر ڪري گام
حورن ۾ هي پئي، ملڪن ۾ ماتام
جن پري ۽ آدمي، رنو عالم عام
وحشن واويلا ڪيو پکن واءِ وريام
ذرتي ڏٻي سوز ڪون، تپيا اپ تمام
وڏنڊ ۾ پيو زلزلو جبل جنبيا جام
هي هي اڄ امام، لڏيا لوءِ وچن تا
(162) پر لڏيا لوءِ وچن تا، ڇڏي دور دوار
خيما سڀ خالي ڪري، سنجهي شهسوار
پسي هند پرين جا، چاڪ پون چوڏار
فيضل بوند بهار، انئي آل رسول صہ تي
(163) ووءِ ووءِ جو واڪو ڪري، گهلي باد خزان
ڇاڻيا حسنين جو گلشن گلستان
غنچا ڪونر ڪري سيي، ٿيڙا پريشان
گل چنا گلزار ڪون، مولهاتيو ميدان
هي هي بيبجي پٽڙا، شهزاد شهجوان
دل ۾ داغ پرين جا، افسوس ۽ ارمان
فيضل سر گردان انهي راز رموز ۾

(164) جوڳي هليا جوءِ تي، ڪري ترڪ تمام
ڪاهي پيا ڪين ۾، گوندر ڪري گام
محبت جي ميدان ۾، رهن محو مدام
نفي ڪري نام، فيضل خود فاني ٿيا

(165) خاصيت سڪ خاڪ جي، ڪري ترڪ تمام
لتڙ سڄي لوڪ جي، سهج مهت مدام
موتو قبل انت، موتو پروڙج پيغام
ڳسي ٿي قتلام، تہ فيضل پسين پرينءَ کي

(166) آپ بار ايوين فرمايا ڪر ڏک، فاقئي ڇوڙ علائقي
سمجهہ ثبوت صحي وتبتل سٽ سڀ جهاڪي ڇوڙ علائقي
توشا شوق توڪل والا چاچڙ ڏاڪي ڇوڙ علائقي
فيضل فهم فنائي داسڪ ٻئين ڪوبہ سڪلاڪي ڇوڙ علائقي

(167) حرص هوا سٽ دنيا دي، ڪر طالب ترڪ تمامي
ٻي سڀ خامي زهر ذڪر سڀ، ضايع ٻاجهون حضرت عشق عظامي
ٻي سڀ خامي، بن ديدار وصال صنم دي ڪام ڪلي ناڪامي
ٻي سڀ خامي، مين ڪاوڙ ڪاوڙ ذات سماوڙ فيضل عين علامي ٻي سڀ خامي

(168) ابرو دلبر سيف ستمگر عاشق مفت مريندي پيت نہ ڏيندي
نينان تبر ڪبير صدر وچ ڦهري ڪانہ سٽيندي پيت نہ ڏيندي
گيسو غبر نانگ بشيهر، پل پل ڏيل ڏنگيندي پيت نہ ڏيندي
زلفان بند ڪمند پڪڙ دل ڪابو قيد ڪريندي پيت نہ ڏيندي
جلوءِ ٺاهہ سپاهہ حسن دا چوڪنڊ فوج چڙهين دي پيت نہ ڏيندي
سي سي نازغماز نوين ڪر فيضل ساهہ سيندي پيت نہ ڏيندي

(169) پر ڪر پيالا وحدت والا يار ڏتوسي دستي راز الستي
پيوڙ ستي ثابت ٿيا خود حال حقيقي هستي راز الستي
تن من سڀ مخمور ڪيتوسي خاص خمردي مستي راز الستي
فيضل وحدت وچ ڪم ٿي ڳئي ڪثرت والي وستي راز الستي

(170) درس عشق دکایا، سانون محض لقالا ثاني ٻي سپ فاني
سيني دي وچ سير تيوسي ثابت سر سبحاني ٻي سپ فاني
هر مظهر وچ جلوا کيتا شور شهود شهاني ٻ سپ فاني
فيضپور دي وچ فيضل هي خو رونق راز ٻاني ٻي سپ فاني
(171) فتحپور وچ محب مليوسي رايا روز الدا
ککن فيکو نان اڳ هويوسي ڳانڍاپي وس لدا
بات برهہ دي سجهڻ مشکل چار النفس نہ چلدا
فيضل عشق اويڙنهين کم هر کنهن ناقابلدا
(172) عشق جتان نين اکيان لايان منجهہ ڳئي خاص ملائک
جاءِ نہ جبرائيل اتائين، پرهہ نہ پير خلائق
يار اعزائيل نہ چلدا، اسرافيل نہ لاحق
فيضل ميکائيل اتان، موصول نہ ٻيا کوئي فائق
(173) پاک ملائک مولادي کوئي خواب نہ خورش جنهانيون
عشق اسرار اسيکي خبر نہ چار تنهانون
عاشق ٻاجهون کونہ پڇاني اسکا حال انانون
فيضل ٻي سر بحر برهدي ککہ نہ کل تنهانون
قرب ڏٽي جي کرم جا آهن اهڙا ئي فيضل اجائي موڙي آندو مينهن کي
(174) کانگا نئون ۾ لاتڙي، چون رمَ چکيل چاک
اڳئي ساڙي وڌم سينو سوز فراق، دلڙي دردن وچ ۾ ڦتي تيڙم ڦاک
اکيون رت ڦڙا ٻئي، روئن تيون مشتاق
انهي حسن هاک، فيضل خود فاني کيم
(175) جيئري جي مري ويا، سي تہ نہ پنهنجي وس
جاڏي ڦيرن اوڏهين، ڦريا وين بس
اهڙي حال حبيب سان، وڃي تن کي رس
فاني تي في الله ۾، وئي گوندر گس
دارون درد فراق جو تڏهن لهنديں لس
کنهن کي راز نہ ڏس، فيضل هوت حبيب جو

(176) پر فيضل هوت حبيب جو سيني ۾ ڏک سور
حال دروني درد جو باهر ڀاڻ نه مور
ماڻڪ موتي ساهه سان، ميڙي من ۾ پور
ياڻ جو پولو پيچي، بوتو ڪر چڪچور
سي خود اعلي نور، پاڻان جي پاسي ٿيا
(177) جن جي من محبوب جي، محبت جون موڪان
سرتيون سي قائم سدا، جانب جون جهوڪان
دلبر جن جي دل ۾، نادر تن نوڪان
کهڙ ڪل لوڪان، فيضل جوڳيئڙن جي
(178) پر جوڳيئڙا جهان ۾، سرها سدائين
پري پاريو جن اديون، روشن تن جائين
نور اعلي نور سي، حال حشر تائين
قرب ڪرم جي پاڪر مان، سندن سوائيس
هِت هُت هوندا هوت سان، محبت منجهائين
سک وارن سائين، فيضل سدا ساهه ۾
(179) سرتيون جن لوچي لڌو ڪين منجهان ڪلتار
توڙان تن سمجهي ڪنيو سر تي برهه بار
فاني ٿيا في الله ۾، مانجهي مٺيادار
فيضل تن جا پار، ڪير پروڙي ڪو پيو
(180) پر جاتي سي مانجهي وڃي، گڏجي ٿيا گم
تاتي پرهه نه پيچرو نه ڪو رند قدم
نه ڪو نام نشان، نه ڪو وس وهم
ڪلي ٿيو قلزم، فيضل اور نه پار ڪو
(181) جن ڪي هوت حبيب جي، برهه ڪيو بيدار
ناسو تان نڪري ويا، سنجهيئي شهسوار
ملڪوت ۽ جبروت جو سر سمجهي ٿيا پار
لڪ لنگهي لاهوت ۾، گڏجي ٿيا سي گار
بحر بقا باهوت ۾، باقي سو خود يار
خال حقي اهوت ۾، اونهون سر اسرار
ڪانهي بي گفتار، فيضل تهيمن تار ۾

(182) جن کي لڳيون جيءَ ۾، محبت جون ميخان
پچن سي هر دم پيا، مچ ۾ جيئن سيخان
توڙان سندن طلب جون، رڳ رڳ ۾ ريخان
سايون تن بيخان، فيضل عشق الله سان
(183) پر عشق سندي آڙاهه ۾، پڪا ٿامَ پچن
تنهن جي انهي تاب جي، ڪانهي بات ڪچن
جيڪي سڙيا سوز مان، سي ٿا جُنگ جلن
اندر آتش عشق جي، اهڙي اچ سندن
پيا بحر عميق ۾، پاڻي پاٽي ڪن
قلزم سارو ڪين مان، پيتين ڊوئو نه ڪن
ڪين ۽ ڪين ڪهن، فيضل سير سمنڊ ۾
(184) وحدت جو وضون ڪيو ازلان عوشان
غير غليظي شرڪ شڪ، توڙان ويڙ وتن
نيت ٻڌي نانهه مان، نينهن نماز پڙهن
پاڻ وڃائي پاڻ ڪي، پنهنجو پاڻ پسن
فرض فنا في الله ۾، فاني ٿامَ رهن
باقي بار سندن، فيضل بحر بقا ۾
(185) پند پراهون ٿو ٻجهي، هي آسڻ سي اوري
ڪاهي ڪين درياهه ۾، پئو گهاٿو سر گهوري
موٿو قبل انتَ موتو چڏ پاندي ڪي پوري
قلزم ڪارون پار ۾، گهر سور سچر سوري
فيضل چِت چوري، غوطو هٽي اتي غرق ٿي
(186) حرص هو آهستي چڏي، پئو ڪين منجهان ڪاهي
تار چڪي توحيد جي، ٻڌ سر ندي ڪي ساهي
وحدهُ لاالہ الا هو سو هرجا هڪ آهي
ٻيو فيضل ڪو ناهي، دوست بنا دارين ۾
(187) توڙان توحيد جو سمجهيو سر اسرار
دوست بنا دارين ۾، ٻيو نه ڏسن هڪ وار
قُل هُوَاللهُ اَحدُ، پرجهيو وتن پار
هر طرفين هڪ يار، فيضل پسن هو بهو

(188) ٻارڻ ٻاري عشق جو دل ۾ دود دکاءِ
ٻاهر ٻاڦ نه نڪري، اندر مچ مچاءِ
ڪوري جيئن صدر ۾، ڪامي پاڻ پچاءِ
اهڙي چال عجيب سان، ناتو توڙ نڀاءِ
فيضل فرق وڃاءِ، ته ويجهو ٿئين وصال کي

(189) اندر تاران طلب جون، چوريم ازلي انگ
سي سي ساز ڪڙا ٿيا، ڇيڙيون طبلا چنگ
شرنا ڪرنا دلربا، دري دڦ اُپنگ
بينسر بين تنبور سپ، سازن لايو رنگ
باجي بگل ڍولڪي، ٽاٽيو توڪل تنگ
رونق راز رباب جي، نام وڄائي ننگ
مُرلي منڊ سارنگي، وڏو وحدت ونگ
اُحدُه لاِالہَ اِلاھُو ٻاڏايم ٻڙڏنگ
فيضل نَينهن نسنگ، تن من سڀ تارون ڪيم

(190) اُيريو ڪڪر ڪم جو فتحپور تي يار
گاج گروڙ شعاع ٿيو مينهن اٿا چوڏار
آبادي سڀ ملڪ ۾، ٿيو ڪاڇو باغ بهار
فيضل موڙ غنچا ڪليا، گل ڦل ٿيو گلزار
ڪيو قرب سنسار، نڪتو ذڪر ڏيهه مان

(191) اڄ پڻ مينگهه ملهار ٿيو ملي آيو جهڙ
بادلان ڪڙا ٿيا، پُڙن مٿي پڙ
ڪاري ڪڪر وڄ ۾، گاج ڪيو گُڙ گُڙ
مولي مينهن وسائيا، لٿو ٿُڪر لُڙ
اڪين جي ڦُڙ ڦُڙ، فيضل جيءَ اجاريو

(192) چوٽ چڙهي جُهڙ آئيا، اڄ وسڻ ويس ڪري
ڪڪر رنگا رنگ جا، بارش بار پري
ساوا ڦڪا ڪارڙا، اڇا پاند پري
ڪنوڻن جنبي جوش سان، ٻڏو ڪانم تري
فيضل مينهن ڪري، وسڻ سان وارا ڪيا

(193) پر وسڻ سان وارا ڪري، جهڙن لايو جهور
اُتا مينهن ملير تي، ڪابل ۽ ڪشمور
عرب عجم هر جا تيو ذات ظهورو زور
شوق مچايم شور، فيضل پسي پرينءَ کي

(194) آبي ڪڪر اچ اچي، ايريا اتر پار
بجليون پچي پيچ سان، لايائون چمڪار
گاجن سندو گوڙ تيو وڏڦڙن جو وار
مينهن مانڊاڻا ڪري، اُٺ ابي اُشمار
سُڪا وڻ ساوا تيا، لايو برهه بهار
فيضل تي بيدار، آيو وقت وصال جو

(195) پر آيو وقت وصال جو گل ڦل تيو گلزار
چوطرفين تيو چمن ۾، هو هو هُل هبڪار
ڪير پروڙي ڪو ٻيو عشق سندو اسرار
فيضل سو دلدار، جلوه نما تيو جابجا

(196) اچ کي اولهه پار کان، ايريا جهڙ جائي
ڪنوٽيون گاج مڙيون، اچي لاين گهرائي
سلامي سردار جي، وٺي تيون راهي
کيائون تن متي، وسڻ جي وائي

(197) پردو آهين پاڻ تون، دلبر کي درميان
خوديءَ کي ڪر زيان، ته پردو ڪونهين پرينءَ کي

(198) ملڻ جي محبوب سان، ته خاص خودي کي ڇڏ
خودي ۽ خدا ٻيئي، مور نه تيندءِ گڏ
وحدت جي شمشير سان، دام دوئي جو وڍ
غير وجودان ڪڍ ته فيضل ڪونهين ڪو ٻيو

(199) پر فيضل ڪونهي ڪو ٻيو ريءَ پرين جي پڪ
پاڻ ڇڏي پئو پاڻ ۾، شرڪ وڃائي شڪ
الله نور السماوات والارضِ، هر طرحين تي حق
ڪونهي ڪو ٻيو ڪڪ، دوست بنا دارين ۾

(200) مشتاقن جي من ۾ سدا حسن حضور
پولا پوپچي سيو دلبر کين دور
عشق سندي آڙاهه ۾ وتن سي وهلور
جيکو کهي تن سان سو ٿئي خود چکچور
تاب تهين جي تيک جو جهلي ڇا اضُفُور
جن جو سيڪ صدور فيضل فيل فنا کري
(201) واسينگن تي ويڙهه لئه جنهين رکيو پير
تاب تنهين جو تم ٿيو مٿئون پين مير
ٻوڙو ئي پاڙان کڍي سارين ڦوک سوير
چوي چوائي پاڻ ٿو سوئي محب مٿير
فيضل پُرجهي کير اونهون راز عجيب جو
(202) ڳالهيون عشق عجيب جون نادر لعل امل
ٻول ٻُڌي بيدار ٿي ويراڳي بلبل
الله نور السماوات والارض پُرجهي پسج کل
رِيءَ پرينءَ جي باغ ۾ ڪونهين غير اصل
گل پسي گلزار جا پول نه ٻئي ڪنهن ٻُل
فيضل سوئي گل هڪڙو ٿي هر شاخ ۾
(203) پر هڪڙو ٿي هر شاخ ۾ ٻيو ڪجهه ڪونهي مور
پاسو ڪري پاڻ کان پسج ذات ظهور
فَاَينما تُوَلّو فَثَمّ وَجهُ الله هرجا حق حضور
فيضل سو هڪ نور جلوه نما ٿيو جابجا
(204) برهه بنا برباد ٿٺي ڪوئي پرون پاڪر اڏي
ملڪين نال الاوي تڻ ڪوئي بحرين وچ نه ٻڏي
فيضل عشق الاهي ٻاجهون ٻئي سب تابي تڏي
(205) عشق عجب راز رباني ڪاهه ڪتاب جت اصلون
شاهه گدا ڪيا اعليٰ ادنا مول نه پڇندا نصلون
عشاقان نون فاني ڪرڪي جام پيئندا وصلون
فيضل باقي آپي رهندا بار منزهه مثلون

(206) آپي پلينـدا سر انسان اتي، لک تـوري كيتـن تـوڙان
كـرمـنـا امـداد الاهـي، روحـي كـرم كـروڙان
سر سبحـانـي سيئـي دي وچ، ڏيـنـدا آپ گـروڙان
فـيـضـل كـون لـهي كـل حـقـدي، ٻاجهـون درد سـروڙان
(207) فيض پـور دي وچ، فـيـض فـتـح پـور كيـتـا شـور شهاني
جـيـكـي طـالـب آويـن تسي پـيـون مـئـي مـيـخـانـي
هـون مـحـو هـمـيـشـہ او وچ مـحـبـت دي مـسـتـانـي
پر فـيـضـل بـرهـہ بـنـا هـي مشـكـل، پـاوڻ حـال يـگـانـي
(208) كـلـمـان قـبـلـون كـي كـي پـڙهـنـدي، سارا لـوك زبانـون
سر كـلـمـيـنـدا سـمـجـهـہ تـنـهـان كـون، جـنـهـان پـڙهـيا دل جـانـون
حـق انـهـان كـون حـاصـل هـي، كـيـا جـاڻـن ٻـئـي نـادانـون
فـيـضـل سـر سـبـحـانـي سـمـجـهـڻ كـم نـهـيـن حـيـوانـون
(209) ٻـاجـهـون سـمـجـهـہ الاهـي، سـارا لـوك مـثـل حـيـوانـي
فَـهُـوَ ادنـيٰ مـن ابـهـائـم ول صـحـيـح سـلـطـانـي
تـوڙـي هـون عـالـم فـاضـل عـاقـل تـي فـرزانـي
تـوڙـي هـون شـيـخ مـشـائـخ مـفـتـي تـي مـلـوانـي
تـوڙـي هـون عـابـد زاهـد كـيـتـي زيـب زمـانـي
فـيـضـل نـيـنـهـن نـہ مـنـدا كـوئـي ٻـاجـهـون حـب حـقـانـي
(210) پـر بـحـر بـقـا بـاالله ۾، جـيـكـي تـمـام رسـن
جـيءَ جـيـاپـو تـنـهـن مـنـجـهـان، سـوئـي بـحـر سـنـدن سـاعـت
سـي تـنـهـن بـحـر كـان، ٻـاهـر كـيـن بـچـن
پـسـڻ پـيـئـڻ سـان كـڏهـن، گـذر تـئـي
نـہ تـنـهـن سـدا مـخـو رهـن، فـيـضـل تـنـهـيـن نـار ۾
(211) سـرتـيـون سـوز فـراق ۾، وئـي مـنـڌ مـري
پـنـهـل آيـو پـاڻـهـي، انـدر گـهـوٽ گـهـري
پـسـي هـوت ٻـروچ كـي پـيـم دل ٺـري
جـيـئـري تـيـس وري، فـيـضـل گـُـنـي كـانـڌ سـان

(212) حال حقيقي سمجهہ صحي کي اي من خاکي خس دا
وفي انفسکم راز نهاني آپي اپنا ڏسندا عاشق جٺ وچ
دل مل رهندي عقل اٿان نهين رسندا
صوفي صاف صفا سر مطلق هر رنگ دي وچ وسندا
جُز جيلان وچ کل وچ دل ڳيا، کلي ٿيا هم لس دا
پر فيضل کل دي وچ گم ٿيوڻ، کم نهين هر کس دا
(213) ملا قاضي مصلي کردي، پڙهہ پڙهہ علم مقالي
حالي علم کنون رنڊ رهندي، وچ خطرا تين خالي
عاشق لدني حرف پڙهيندي، واحد حرف وصالي
جنهن وچ فهم فنائي، حاصل کردا برهہ بهالي
تان وچ بحر بقا دي نين خود، سٽندا جزب جلالي
فيضل برهہ بناهي مشکل، حال وصال کمالي
(214) اکڙيون عوشاقن جون، ويون اڳ اڙي
نہ کو کوئي مکان هو نہ کو تاب تڙي
اصل روز ازل کان، ويم جيءَ جڙي
پسڻ پوءِ ٿيو اچي منجهان من مڙهي،
فيضل چست چڙهي، پيا بحر عميق ۾
(215) پر لهنوارو هرکو لڙهي، اويارو کي کي
جن جو ساهہ عجيب جي، عشق وڏو بسيکي
مليا سي محبوب سان، کل نہ ٻئي کنهن کي
جيئري مئا جيکي، فيضل تن پاتو پرين
(216) پر هرکو لهنوارو هلي، تون اويارو هل
لنبو لائي عشق جو جيءَ ۾ پيو جل
جاڏهن آئين اوڏهين، وڃي وچ منزل
ٻڌي جن توکل، فيضل سي پهتا وچي
(217) ناز پرين جي نينهن جا، سور سيئي سهہ
جيکا مرضي يار جي، تهين ۾ راضي رهہ
جاڏهن آر عجيب جو اوڏهن رلجي وهہ
فيضل اهڙو پهہ، پچائيج پرينءَ سان

( 218) پڇائج پرين جو دل ۾ اهڙو داغ
کڍهن تري کين کي، ساڙو ساهه دماغ
غير خودي ساڙي سڀ، دل بڻائج باغ
فيضل چٽ چراغ، ٻاري ڏس من ۾ پرئين
( 219) پرينءَ لئه پرديس ڏهن، موڳي مفت نه رل
دلبر پنهنجي ديس ۾، اتي سمجهه اصل
زهد ذکر سڪ سوز سان، پيچي چڏ هي پل
ساڙي ورق وجود جو تيءَ گلائي گل
فيضل هن امل، پنهنجو تي خود پاڻ ۾
( 220) پنهنجو تي خود پاڻ ۾، سوئي سو دلدار
جنهن لئه وتين ويسلي، ووڙيندي وڻڪار
في آنفُسِڪُم پاڻ ۾، پُرجهي نيڻ نهار
ٻولي تو پڪ پاڻهي، ٻوليون ٻولڻهار
پاڻان تئي بيزار، ته سوئي پاڻ سمائيئين
( 221) جي سوئي پاڻ سمائيئين، نه پاڻان پاسي ڪر
موتو قبل انت موتو جيئري ئي تون مر
تڏهن تيندو سو پرين، ثابت منجهه صدر
ايها خاص خبر فيضل سمجهه سهي ڪري
( 222) پر فيضل سمجهه سهي ڪري، پاڻان سر سبحان
الاِنسَانِ سِرّي وَاَنَا سِره، ٻُڌءِ عين عيان
جانب تي خود جيءَ ۾، جاچي ڏس چِندُ جان.